ڪتاب: سوال (شاعري)
شاعره: سلطانہ وقاصي
ڇاپو پهريون: آڪٽوبر 2016ع
تعداد: 500 ڪاپيون
ڪمپوزر: سيد اسرار شاهہ
ٽائيٽل: عبدالحسن ميراڻي
پويون صفحو: فتاح هاليپوٽو
ڇپائيندڙ: ڪونج اڪيڊمي، ڪراچي
قيمت: 500 روپيا

ISBN # 978-969-9543-59-3

*Book:* *SAWAL (POERTY)*
*Poet:* *Sultana Vakassi*
*Edition First:* *October 2016*
*Quantity:* *500 copies*
*Composer:* *Syed Israr Shah*
*Title:* *Abdul Hassan Mirani*
*Title Back:* *Fatah Halipoto*
*Price:* *Rs. 500*
*Published by:* *Kunj Academy, Karachi*

ڪتاب ملڻ جو هنڌ
**پيڪاڪ بُڪ هائوس**
404 رفيق سينٽر، ويجهو زينب مارڪيٽ،
عبدالله هارون روڊ، صدر ڪراچي.
فون نمبر: 021 35682020, 021 35680607

زندگي
تنهنجي نانءَ،
هي سڀ ڪجهه،
جيڪو ڏنو اٿئي،
موٽائي وٺ،
هاڻ مان،
ٿڪجي پئي آهيان.

# احساس ۽ اميدن جو سوال

شاعري ڪيئن ڪئي ويندي آهي؟ ڇو ڪبي آهي؟ اهڙا خيال ۽ جذبا، جيڪي عام طور شايد ڪو ڪنهن سان نہ سلي، سي شعرن جي ذريعي جذبن کي لفظن جا سُهڻا لباس پهرائي ايتري سولائي سان ڪيئن بيان ڪري سگهبا آهن؟ اهي ۽ اهڙا ڪيترائي سوال ڪئين دفعا منهنجي دماغ ۾ آيا هوندا، پر جواب ڄاڻڻ باوجود، ڇڻ تہ اڻڄاڻ ٿي ويندي آهيان. سٺي شاعري پڙهڻ ۽ ڄاتل سڃاتل شاعرن کي سامهون ٻڌڻ جا بہ موقعا مليا آهن، انهن جي ذات تي بس رشڪ ئي ڪري سگهندي آهيان.

مان پاڻ تہ شاعري ڪانہ ڪئي. ۽ نہ ئي وري ڪڏهين سِٽ سرجڻ جي ڪا ڪوشش ئي ڪيم. سچ ئي تہ چوندا آهن تہ، شاعري اڌ پيغمبري هوندي آهي. پيغمبريءَ ۾ الهام نازل ٿيندا آهن تہ ڪجھ اهڙيون ڪيفيتون شاعر مٿان بہ گذرنديون آهن، جيڪي اهڙن جذبن کي لفظن جو روپ ڏينديون آهن جيڪي عام زندگيءَ ۾ گفتگو جو حصو نہ بڻجي سگهندا آهن. مان ان عمل کي نہ صرف ڏاتيءَ پاران ڏنل ذات تصور ڪندي آهيان، بلڪ ان تخليقي ذهن ۽ ان جي قلم کي ڏاڍو ساراهيندي آهيان، جيڪو پنهنجي دلي ڪيفيتن ۽ روزمرهہ جي مشاهدن کي شعرن جي گهاڙيٽي ۾ گهڙي عام آڏو پيش ڪرڻ جي سگھہ رکندو آهي.

شاعريءَ جي ٻي خوبي اِها هوندي آهي تہ هڪ دفعو جڏهين پڌري ٿي سامهون آئي تہ اُها ڇڻ تخليقڪار جي ملڪيت تہ رهي ئي ڪانہ، بلڪ هر اُن ماڻهوءَ جي جذبن جي ترجمان ٿي ويندي آهي،

سوال

جيڪو اُن کي پڙهي ۽ ان کي پنهنجن جذبن ۽ سوچ سان هم آهنگ تصور ڪري ۽ ائين پائنئين تہ هيءَ تصور هوبهو سندس سوچ سان ئي ميل کائي ٿو. مون جڏهين سلطانہ وقاصيءَ جي سوچن ۽ مشاهدن تي مشتمل ”سوال“ کي پڙهيو تہ ڪيترن ئي هنڌن تي ساڳيوئي ردِعمل هيم ۽ سندس سوچ ۽ مشاهدو، مونکي پنهنجي خيال سان ٺهڪندڙ محسوس ٿيو. بلڪ جي مان ائين چوان تہ غلط نہ ٿيندو تہ سلطانہ جي شاعري توهان کي پنهنجن جذبن جي ترجماني ڪندي ڏسڻ ۾ ايندي.

شاعري، هڪ تہ شعر چوڻ واري جي اُنهن جذبن کي بہ زبان ڏئي چڏيندي آهي، جيڪا عام طرح ماڻهو بيان ڪرڻ ۾ هبڪندو آهي، پر شعر جي ذريعي، چڻ تہ سوچ جو اهڙو وهڪرو ٿي وهندو آهي، جنهن مان هر پڙهندڙ جي پنهنجي اُج اُجهائبي آهي.

مان پاڻ بہ،
سوچ جو هڪ سمنڊ،
پاڻ سان گڏ کنيو پئي هلان،
هڪ اهڙي سفر ڏانهن،
جنهن جي مونکي ڪل ناهي.
مان چاهيان ٿي،
پاڻ کي هن سوچ جي سمنڊ مان ڪڍان،
جيڪو ڪل ناهي ڪاڏي پيو وڃي.
مان چاهيان ٿي،
پنهنجي منزل پاڻ ڳولهيان.
مونکي سوچن جي لهرن سان،
جنگ جوٽڻ ڪين ٿي اچي.

سوال

مان لڙهندي رهنديس، لڙهندي
رهنديس،
ڇو تہ مان بي همت آهيان،
مان بي سرو سامان آهيان.
(سمنڊ ۽ سوچون)

بي همت ۽ بي سرو سامان هئڻ واري ڪيفيت، اسان مان نہ ڄاڻ ڪيترن مٿان، ڪيترا دفعا گذري هوندي پر اسان ان ڪيفيت کي پني تي اُڪاري نہ سگهيا هونداسين. البتہ هي سٽون پڙهندي گهڻائي پڙهڻ وارا انهن جذبن سان ضرور پنهنجي سوچ ۾ هڪجهڙائي ڏسندا هوندا.

ساڳي ئي سلطانہ، جيڪا بي همتي ۽ بي وسيلي هئڻ جو ذڪر تي ڪري، سا جڏهين پنهنجي چوطرف اونده انڌوڪار تي ڏسي تہ وري سندس حوصلو اڪيلي هئڻ جي خوف تي حاوي پئجي ٿو وڃي. اِتي هن جو فيصلو بدلجي ٿو وڃي:

چوطرف ڦهليل آهي،
اونده انڌوڪار،
مان اڪيلي،
نہ ڪو ساٿي نہ سڄڻ.
روشني تہ پري آ،
اڳتي وڃان، پويان وران؟
فيصلو ڪيم پوئتي ورڻ جو،
ڇو تہ مان اڪيلي،
پنڌ اجگر جيڏو.
پوئتي وريس
پر وري ڪانہ سگهيس
جسم ڄڻ پنڌ پٿر،

لڳم ڄڻ تہ
جسم غدار ٿي بيٺو آ،
ساٿ ڇڏي بيٺو آ،
مونکي ڪل اچي ويئي،
تون بہ بي همت ٿي وئين
يا وري مونکي همت ٿو ڏيارين...؟
اچ پاڻ ٻيئي،
همت ڪري اڳيان وڌون.
مان بي همت نہ آهيان،
ها پر اڪيلي آهيان،
هاڻ تون ۽ منهنجوارواح
پاڻ ۾ ساٿ ڏيئي،
هن اونڌو ڪار کي لتاڙي!
اُن روشنيءَ جي رستي ڏانهن
پاڻ ٻئي گڏجي
هلندا رهنداسين، هلندا رهنداسين.
(جسم ۽ ارواح)

سوچن جا اِهي تضاد ئي انسان جي فطرت جا عڪاس هوندا آهن. اسان جي مٿان پل پل ۾ الائي ڪيترا عذاب گذرندا آهن ۽ وري گهڙِي پل ۾ ڪنهن بہ سبب سان اُهي لنگهي بہ ويندا آهن. انسان اهڙين ئي متضاد ڪيفيتن مان روز گذرندو رهي ٿو. هڪ گهڙيءَ ۾ اُداس ٻئي گهڙيءَ ۾ سَرهو- ڪڏهين زور آور اهڙو جو طوفانن سان مُهاڏو ٿو اٽڪائي تہ وري ڪنهن گهڙيءَ اهڙو بي همت ٿيو وڃي جو ڪنڌ مٿي ڪڻي ڏسڻ جي بہ منجهس طاقت نہ ليندي آهي- اهڙيون ئي ڪيتريون ڪيفيتون، توهان کي سلطانہ وقاصيءَ جي شاعريءَ جي هن مجموعي ۾ نظر اينديون.

سوال

عورت هئڻ جي ناتي، هن جي شاعريءَ ۾ توهان کي ڪيترين ئي اهڙين سوچن جي اُپٽار ملندي، جنهن مان اسان جي هن مدي خارج سماج ۽ ان جي ريتن رسمن جي ڏاگهه تي ان ۾ جيئڻ واري عورت روز چڙهي ٿي. هن جي زندگي ٻين جي هٿ وس آهي. هن جو سوچيندڙ ذهن پلي ته سوچيندو به هجي، پر حالتن جي پنجوڙ ۾ هوءَ ايتري ته قائل ٿي رهي جو هن پدر شاهي سماج ۾ هوءَ غلامانه زندگي گذارڻ تي مجبور ڪئي ٿي وڃي. اهڙي ئي عورت جي زندگيءَ جي ڪٿا، سلطانه به ڪئي آهي:

اُن عورت جي نالي،
جنهن جي سماج جي سوچ ڏاڍي محدود آ،
هُن گهر جي چوديواريءَ،
ڪانسواءِ،
نه ڏٺو آ
ڪجهه ٻيو هن جڳ ۾،
ڪجهه به نه سوچيندي آ اُها،
ٿوري ٿوري ڳالهه تي ڪُٽبي آ،
پئسن سان ڳنهيل هوندي آ،
يا وري بدي ۾ ڏنل ورتيل
هوندي آ،
رات جو جڏهن مڙس سان سمهندي آ،
ته ڪيس اِهو ياد به نه هوندو آ،
ته انهن پيار ڪندڙ هٿن
ڪيس سڄو ڏينهن ڪٽيو آ،
پيار پريا لفظ ٻوليندڙ زبان،

سوال

سچو ڏينهن گارين سان وڌيو آ،
ڏاڍو سُک محسوس ڪندي آ،
مڙس جي هنج ۾.
اُن عظيم عورت کي منهنجو سلام،
جيڪا ڪجھ به نه ٿي سوچي!!

(عورت)

سلطانه وقاصي هڪ وڏي عرصي کان، ادبي کيتر جي مختلف صنفن وسيلي پنهنجي سوچ جو اظهار ڪندي رهي آهي. هوءَ اخباري ڪالمن ذريعي ادبي ۽ سماجي مسئلن تي به مسلسل لکندي رهي آهي ۽ ادبي محفلن ۾ به پنهنجي راءِ نهايت صاف گوئيءَ سان ڏيندي رهي آهي، ڪجھ عرصي کان سندس قلمي پورهئي کي هن سهيڙڻ شروع ڪيو آهي. سندس هڪ ڪتاب "ڳالهيون پيٽ ورن ۾" منظرعام تي اچي چڪو آهي ۽ هي ڪتاب جيڪو آزاد نظمن تي مشتمل آهي، سو پڙهندڙن جي آڏو آهي.

سلطانه جي شاعريءَ ۾ جتي انساني سوچ جا داخلي ۽ خارجي پهلو نظر ٿا اچن، اُتي هوءَ سماج ۾ ٿيندڙ ناانصافين تي به فوراً پنهنجي ردِ عمل جو اظهار ڪري ٿي. جتي هوءَ سنڌ جي مٽيءَ تان سرگھورڻ لاءِ تيار آهي اُتي سنڌ واسين جي بي عملي، بي حسي ۽ حال کان بي خبريءَ تي به نالان آهي. سندس دل سنڌ جي دردن سان پري پئي آهي. بس رڳو چوڻ جي دير آهي، اکيون نير وهائڻ لاءِ آتيون آهن. سندس ڪتاب ۾ جابجا پنهنجي ڌرتيءَ جي حوالي سان ڪيترائي نظم سرجيل آهن، جيڪي آشا ۽ نراشا سان واڳيل آهن. پر سندس هڪ طويل نظم "سنڌ جو ڪيڏارو" هن جي دل ۾ دُکندڙ درد جو اهڙو اظهار آهي، جيڪو اسان مان اڪثريت جي احساسن جي ترجماني ڪري ٿو. انهيءَ مان ڪنيل ڪجھ ٽُڪرن مان ئي توهان اندازو لڳائي سگھو ٿا ته هن جي سوچ جو رخ

سوال

چا توبڌائي:

اسان سڀ هڪ ٻئي کان پري پري
نہ سوچون ٿا، نہ سمجهون ٿا، نہ ڏسون ٿا.....
اڄ، ڪالهہ ۽ سياڻي جي زمانن ۾....
اسان اُها عجيب مخلوق آهيون
جيڪي ماضيءَ تي فخر ڪندا آهن...
حال ۾ نندون ڪندا آهن...
مستقبل جا منصوبا ٺاهيندا آهن...
اسان اُهي بي لڄا آهيون،
جيڪي پنهنجين نياڻين ۽ پُٽن کي
ڪارو ڪاري ڪري ماريندا آهيون،
۽ هيءَ هيڏي وڏي سنڌ امڙ....!!
تنهنجي منهنجي سنڌ امڙ.....
پاڻ ئي پنهنجن هٿن سان وڃائي چڪا آهيون.

ماضيءَ ۾ جيئڻ واري، سنڌين جي عادت کان سلطانہ وقاصي پريشان آهي. ماضيءَ ۾ ان خطي ۾ جيڪا بہ قوم هئي سا تہ پنهنجو وارو وڃائي وئي.. موهن جي دڙي واري، جنهن کي اسان پنهنجي سنڌ امڙ جي عظمت جو نشان ڪري ڳڻائڻ ۾ تہ اڳتي آهيون. پر حقيقت اها آهي تہ اڄوڪي سنڌي قوم جي بدعملي، بي حسي ۽ بد حاليءَ جو اهو حال آهي جو اُن کان هڪ قتل دڙو بہ سنڀاليو نہ ٿو وڃي، جيئرا انسان تہ اڄ بہ مئلن مثل ئي آهن. سياست ۽ جمهوريت جي نالي ۾ سنڌ سان جيڪا ويساهہ گهاتي ٿيندي رهي آهي ۽ "پنهنجن" جي هٿان سنڌ جي جيڪا تباهي ٿي آهي تنهن جي هن کان بهتر ترجماني نہ ٿي ٿي سگهي:

اُن ويل ڪي چريا ڪريا، اوهان کي ويٺا ڏسن،
هٿ وڏائي ٻُڪن ۾ ٿا سنڌ کي جهلين.....!

سوال

پر سنڌ ويچاري شرم وچان پاڻي، پاڻي
تي پيئي.....!

يا وري سندس هي اظهار:

اڄ تون، مان، هو سڀ ...
هوائن جي آڌار اُڏامڻ وارا...
بي ضمير، بي لڄا، بي شرم...
ان لائق بہ نہ آهيون،
جو هڪ ٻئي کي نظر کڻي ڏسي سگهون...
گهڻو ڪجهہ تي چڪو آهي، گهڻو ڪجهہ ٿيڻو آهي.

سنڌ جي معاملي ۾ هن حساس شاعره جڏهين سنڌ جو ڪيڏارو لکيو هوندو تہ سندس اندر تہ وڍجي ويو هوندو. پر ان سلسلي ۾ هوءَ حقيقت پسنديءَ جو ڏيک پئي ڏئي. هوءَ ماضيءَ ۾ نہ ٿي جيئي. هوءَ اڄ جي ڏکوئيندڙ حقيقتن کي آڏو رکي، سنڌ جا سُور ورجائي، پنهنجن جي عياري ۽ مفاد پرستيءَ جو ئي ماتم پئي ڪري. حالتن جو ادراڪ ڪندي، مستقبل ۾ سنڌ کي جڏهين ڳولهي ٿي تہ ڪيس سنڌ نظر نہ ٿي اچي. سندس ان سوچ سان ڪي پڙهندڙ اختلاف بہ رکي سگهن ٿا. جيڪڏهين هن کي تصوير جو ڪو اونداهو پهلو ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ اُن جا اسباب هن کي موجوده حالتن کي ڏسڻ سان ئي سمجهہ ۾ اچي ويا آهن. تڏهين ئي تہ هوءَ انتهائي ڏُکاري ۽ مايوس نظر ٿي اچي. ايتري مايوس جو آلائي کهڙي قلم سان هي سٽون بہ لکي چڪي آهي تہ:

صديون گذرڻ کانپوءِ،
هنن قبرن مان جڏهين اسان جا هڏڙا نڪرندا،
تہ اُن دؤر جي نقادن ۽ محققن کي،
پل ۾ پروڙ پئجي ويندي....
هُئي ڪا سنڌ.....؟ هئا ڪي سنڌي؟

جن پنهنجن هٿن سان،
زمين وڃائي، آسمان وڃايو،
هو سڀ پاڻ پنهنجا ويري...
بي حس، بي لڄا، هيڻا هئا.
اڄ تون، مان ڪارا لٽا پائي،
سنڌ جو ڪيڏارو لڪون ۾ ڳايون...
جيستائين جيئرا آهيون،
ڳوڙها ڳاڙي ماتم ڪيون.
اڇو تہ گڏجي سنڌ جو ڪيڏارو ڳايون،
ڪيڏارو، ڪيڏارو، سنڌ جو ڪيڏارو ڳايون.
(سنڌ جو ڪيڏارو)

هي نظم انتهائي تڪليف ڏيندڙ تہ آهي، پر جن ڳالهين جي نشاندهي سلطانہ وقاصي پنهنجي هنن سٽن ۾ ڪئي آهي، تن تي غور ڪرڻ جي ضرورت آهي. اِهو سوچڻ جي ضرورت آهي تہ جيڪي قومون پنهنجن ئي هٿن سان پنهنجو الهہ تلهہ لُٽائينديون آهن. جيڪي پاڻ ئي هڪ ٻئي جا ويري ٿي ويهندا آهن تہ پوءِ ان قوم جي انهن ڪمزورين جو فائدو وٺي، ڌاريا نہ صرف زمين تي قابض ٿي ويندا آهن، پر ڌرتيءَ ڏٽين جا سڀ وسيلا بہ انهن جي هٿن مان نڪري ويندا آهن. ڏنو وڃي تہ ان نظم ۾ بہ هڙئي اُهي پار پتا ڏنل آهن، جيڪي ڪنهن بہ خوشحال قوم ۽ شاداب زمين کي ٻين جو غلام بڻايو ڇڏين ٿا.

”سنڌ جو ڪيڏارو“ لکي، سلطانہ وقاصي جتي مايوس نظر ٿي اچي تہ ساڳئي مهل هوءَ هڪ روشن صبح جو ڳڻ بہ ڪري ٿي. هوءَ پنهنجن ماروئڙن کي اُتساهَ بہ ڏئي ٿي ۽ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ تي ڪين آماده ٿي ڪري:

اڇو تہ گڏجي ڪجهہ بہ نہ ڪيون،

صرف پنهنجي گهرن جون بتيون،
باري ڇڏيون،
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ جا اونداهي آ،
اُت ٿوري روشني پهچائي ڇڏيون.
اچو تہ گڏجي ڪجهہ بہ نہ ڪيون،
اُن ايندڙ سهڻي صُبح لاءِ ڪا پوڪ پوکيون،
ڇو تہ وقت اچڻ تي،
لٽڻو بہ اسان کي آ، ڪاٽڻو بہ اسان کي آ.
(ساٿا ۽ ويڳاٿا ماٺهو)

سلطانہ وقاصي، انساني جذبن جي عڪاسي کي روزمره زندگيءَ ۾ ٿيندڙ ڏکوئيندڙ واقعن سان گڏي بيان ڪرڻ ۾ بہ مهارت رکي ٿي. جنرل ضياءَ جي دؤر ۾ مسجد جي در وٽان مليل هڪ ٻار کي مسجد جي پيش اِمام جي اِن فتويٰ ڏيڻ تي تہ هي حرامي ٻار آهي، سنگسار ڪري ماريو ويو هو. ان واقعي تي بہ سندس هڪ انتهائي طويل نظم آهي "امڙ مان جيئڻ چاهيان ٿو"... هن نظم ۾ سلطانہ، هڪ ماءُ جي جذبن جي جهڙي نموني عڪاسي ڪئي آهي، تنهن کي حساس دليون ئي سمجهي سگهن ٿيون. سندس نظم جون هي آخري سٽون هيانوَ کي جهبي ڏيڻ جهڙيون آهن:

وري بہ مان همت ڪري،
پير ڌرتيءَ تي مضبوطيءَ سان رکي،
الله جي گهر ۾ گهڙي ويس،
ماٺهن ۾ رڙيون پئجي ويون،
مان ٻڪ پائي وجي ٻارڙي کي کنيو،
رت ۾ ڀريل چٿريل جسم،
رڳو اکيون کُليل.....
جڻ تہ مونکي ڇئي رهيو هو،

سوال

امڙ مون توکان جيئندان گهريو هو،
تنهنجي الله کان نہ.......!
(امڙ مان جيئڻ چاهيان ٿو!)

سلطانہ وقاصيءَ جي هيءَ شاعري ان دؤر جي عڪاسي ٿي ڪري، جڏهن سنڌي ادب ۾ ڪي آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون عورتون ادب جي دنيا ۾ شامل هيون. انهن نامور عورتن ۾ سلطانہ هڪ بهترين اضافو هئي. هن لکڻ يا شاعري رڳو شوق طور ڪونہ ڪئي، پر هن جي هر تحرير ڪو مقصد رکندڙ ئي رهي آهي. سندس شاعريءَ جو هي مجموعو ان جو وڏو ثبوت آهي. هن ڪتاب جي پوئين حصي ۾ سلطانہ وقاصي جا اڪثر نظم طويل آهن، جن ۾ درد جي ڪٿا، امن جي ڳولها، ٿنڌي بهاول جو ڪيڏارو، صبر صبر صبر ۽ ٻيا ڪيترا ئي نظم پڙهڻ جهڙا آهن. سندس هڪ نظم ”اج جو سنڌي نوجوان“ پڙهڻ سان تعلق رکي ٿو. ان نظم ۾ سلطانہ اج جي نوجوان جي سوچ ۽ عمل کي چڱي نموني سمجهي ان جي خامين جي نشاندهي ڪئي آهي. هوءَ سندن جذباتي پڻي کي ڪنهن ضابطي هيٺ آڻڻ ٿي چاهي. هوءَ ڌرتي تي سندن حق کي تسليم ڪندي ڪين اِهو ٿي ٻڌائي تہ:

منهنجا سائين،
مونکي اِهو تہ ٻڌاءِ
تون ڳالهائين ٿو،
پر پنهنجن جي خلاف
تون وڙهين ٿو
تہ پنهنجن کي ئي ٿو مارين،
تون رڙيون ڪرين ٿو...
توکان تنهنجا پنهنجا ئي ٿا ڊڄن...
تنهنجي ڪلاشن ڪوف جي گولي،

انهن کي لڳي ٿي،
جيڪي تنهنجا پنهنجا آهن.
ان کان پوءِ وري ايجا به اڳتي چوي ٿي:
هن ڌرتيءَ مٿان رت پکڙيل آ....
تنهنجو رت، منهنجو رت،
سنڀالي پنهنجو رستو ٿا هجان...
مٿان ترڪي نه پوين هن رت ۾....
تنهنجو اوچو ڳاٽ،
پرجي نه پوي، اُن رت سان،
۽ تون ان رت جي خوشبوءِ
سڃاڻي وٺين.
ان وقت تنهنجو جهڪيل ڳاٽ،
ڪڏهين به اوچو ٿي نه سگهندو....
تون پاڻ کي به بخش ڪري نه سگهندين......
اُن وقت توکي محسوس ٿيندو....
اڄ جو مظلوم نه پر ظالم تون آهين،
تاريخ ۾ وقت جو وڏو ڏوهاري،
تون ئي آهين...
(اڄ جو سنڌي نوجوان)

هن وڏي جرئت سان سنڌ جي نوجوانن کي پنهنجي ڪوتاهين طرف توجهه ڏياري آهي، جن جي ڪري سندن قوت ۽ صلاحيتون، مثبت معاملن ۾ استعمال ٿيڻ بجاءِ ناڪاري معاملن ۾ ڪم پيا اچن. هن جو نتيجو نه صرف اُهي پاڻ بلڪِ سڄي قوم ڀوڳي ٿي. اهڙي قسم جي سوچ کي شاعريءَ جو روپ ڏيئي، شاعره ڄڻ ته پاڻ هڪ قومي فرض نڀايو آهي، جيڪو اسان مان گهڻن کي اڳ ۾ ڪرڻ گهربو هو. سندس نظم "ماءُ" به هن دؤر

سوال

جو الميو آهي. هڪ تلخ حقيقت، جنهن کي اکين سان ڏسون ته ٿا، پر منهن ڦيرائي، پاسيون ٿا ته اهڙي ڪا ڳالهه اسان جي معاشري ۾ موجود ئي ناهي. ڪيڏي نه تڪليف ده حقيقت آهي هيءَ، جڏهين هڪ ماءُ نوڪريءَ لاءِ ليلائيندي وتي:

هاڻي هن عمر ۾ پنهنجن اڳيان،
نوڪري چاڪري نه ٿي وڻي،
بي قدرن، بي حسن جي اڳيان.
هت ته ڪير نه ٿو پڇي ...
ڏکي آهين، سُکي آهين؟
بيمار آهين، خوش آهين؟
هاڻي ڪٽي موڪل ٻاهر مونکي ...
جتي مان جند جان سان پورهيو ڪنديس
جيڪڏهين انهن قدر ڪين ڪيو،
رنج ڪونه ٿيندم،
مون تي ڪا مهر ڪر،
پنهنجن جي مليل درد کان،
مونکي آجو ڪر.
(ماءُ)

ساڳئي نموني ”نصرت ڀٽو اسان جي ماءُ“ واري نظم ۾ هن هڪ عورت جي سيني روبن ۾ سمايل درد ڪٿا بيان ڪئي آهي. هڪ معتبر انسان جي گهرواري ۽ بيحد پيارن ٻچن جي ماءُ، سندس اهو درد جنهن ۾ هن جا پنهنجا ٻچا ڪانئس وڇڙي ويا. اُها عورت جيڪا پنهنجي پارٽيءَ جي ورڪرن لاءِ به ماءُ مثل ڇپر ڇانو هئي ۽ انهن سيني جا درد به هن جا پنهنجا درد هئا. بينظير ڀٽو جي وڇوڙي

سوال

تي سرجيل سندس سٽون، ”اي سچ اج نہ اُپرجان“ سنڌ جي هن بهادر نياڻيءَ کي ڏنل هڪ خراجِ تحسين آهي. هن جا مختصر نظم بہ ڀرپور معنيٰ رکن ٿا:

مان پنهنجو پاڻ کي،
ڳولهيو آ.........
مان پنهنجو پاڻ کي وڃايو آ،
اندر ۾ وهندڙ
جذبن کي
ٻڪن سان روڪي،
وڏين مان
وهائيو آ،
(جذبا)

سلطانہ وقاصيءَ جي سچي شاعري اندر جي اُڌمن ۽ پنهنجي ذات جي حساسيت جي گرد گُهمي ٿي. هوءَ ڪيڏي مهل پاڻ کي هيڪلو محسوس ٿي ڪري، هوءَ پنهنجي اڪيلي هئڻ تي روئي ٿي ۽ ان کي ئي زندگيءَ جو سچ سمجهي ٿي. زندگي هُن لاءِ هڪ اهڙو سفر آهي، جيڪو هن کي اڪيلو ئي سر ڪرڻو آهي، جيڪو هوءَ ڪري ٿي. ان سفر ۾ هوءَ نہ صرف پنهنجو پاڻ کي ڳولهي ٿي پر منزل بہ پاڻ ئي طئي ٿي ڪري. زندگي هوءَ جيئي ٿي پر پنهنجن شرطن تي:

تنهنجون ڳالهيون ڳجهہ جون
آءَ ڪليل ڪتاب وانگر،
منهنجو چنڊ چمڪي ڏرتيءَ تي،
تون ڪرين عرش جون ڳالهيون،
منهنجي سيراندي
ميڙو متل آ،

ڏرتيءَ جي ڏُکن جو،
تون ڪرين ڳالهيون
دنيا جي فسانن جون....
منهنجي دل جي وستي ۾،
آهي تنهنجي جاءِ تنگ...
سڄڻ مونکان ڏور وڃ...
مان نہ آهيان تنهنجي منزل!
(منزل)
ساٿ نہ تي ڏئي
مونکي منهنجي منزل!
اُن ڪري جو
هلي آهيان
مان
اُنهن منزلن تي
تنها ۽ پريشان
(منزل ساٿ نٿي ڏي)

سلطانہ وقاصيءَ جي شاعريءَ جي مجموعي کي مان، سنڌي ادب ۾ هڪ نمايان ۽ سهڻو اضافو چونديس. هن جو قلم هر ان موضوع تي ڪڇيو آهي، جنهن هن جي ذهن ۽ دل کي جهنجهوڙيو آهي. عورتن جي وارتا ۽ ڪٿا تہ بلاشڪ هڪ فطري ڳالهہ آهي، جنهن جي هن کان توقع بہ ڪئي وڃي ٿي، پر، ڌرتي ۽ ان سان سلهاڙيل ماڻهو بہ هن جي شاعريءَ جا خاص موضوع آهن. انهن موضوعن تي قلم کڻي، هوءَ شاعرن جي اُن صف ۾ شامل ٿي وئي آهي، جيڪي صنفي موضوعن کان مٿانهان ٿي انسانذات کي پنهنجي سوچ جو مرڪز ۽ محور بنائين ٿا.

هن جي قلم ۾ وڏو زور آهي. هوءَ خيالن جي اُپٽار ۾ ڪنهن بہ

قسم جي لک لکوتيءَ جي قائل نہ ٿي ڏسجي. جيڪو سندس دل ۾ آيو، سوئي لفظن ۾ اوتجي آيو آهي. هوءَ هروڀرو جي رک رَکاءُ کان گهڻي متاهين ۽ حقيقي انساني جذبن جي عڪاسيءَ جي گهڻو ويجهو آهي. هن وٽ اُهو قلم آهي جيڪو رڳو عورت جي حسن، نزاڪت ۽ ڪمزوريءَ جو ذڪر نہ ٿو ڪري، بلڪ عورت جي مستقل مزاجي، اندروني قوّت ۽ ناقابل تسخير عزم کي ظاهر ٿو ڪري.

ساڳئي وقت هوءَ پنهنجي ماڻهن جي انهن ڪمزورين تي بہ نظر رکيون ٿي اچي، جنهن جي ڪري، سندس ديس جي ڌرتي اُهي منزلون نہ ماڻي سگهي آهي، جن جا هوءَ خواب ڏسي ٿي. پنهنجي شاعريءَ ذريعي سلطانہ وقاصي، اميد ۽ نااميدن جي وهڪري مان نڪري هڪ روشن مستقبل جي آس رکي ٿي. سندس ڪتاب جو نالو "سوال" ضرور آهي، پر ان سوال ۾ ئي هن جا جواب لڪل آهن. بس پڙهندا وڃو ۽ دل ۽ دماغ کي روشن ڪندا وڃو.

**مهتاب اڪبر راشدي**

16 آڪٽوبر 2016ع ڪراچي

# اندر جا اُڌماءِ حقيقتون

ادب جي دُنيا حقيقت ۾ هڪ پُل صراط آهي. ڪير اُنهن کان پڇي جيڪي اُن مٿان هليا آهن. هيءَ ادب جي دُنيا جيڪا مونکي ملي. اِها تہ مونکي خبر آهي تہ هي ڪيڏو نہ ڏکيو سفر آهي ....! هن واٽ تي عزت ۽ محبت بہ جام آهي تہ ڏچها، اٽانگا، ورروڪڙ رستا ۽ رستي تي وڇايل ڪنڊا جيڪي وجود کي زخمي بہ ڪري ڇڏيندا آهن. هن رستي تي مليل محبتون ميڙي، نفرتن ۽ ڏکن کي درگذر ڪري هن ادبي دُنيا جي پل صراط تي هلڻو پوندو آهي. هاڻ پٺ ورائي ڏسان ٿي، حال جون حالتون ڏسي ايندڙ وقت ڏي وک وڌائيندي مان فيصلو ئي نہ ڪري سگهي آهيان تہ مون ڪيترو پيار جهول ۾ جهليو آهي ۽ ڪيترا ڪنڊا ۽ ڏک منهنجي جسم ۽ روح کي زخم ڏيئي هليا ويا آهن....

بهرحال مونکي پنهنجو هي ادبي سفر ڏاڍو پيارو آهي. هن زندگيءَ ۾ منهنجي جيئڻ جا ٻہ سهارا هئا: هڪ منهنجا ٻچا جن کي مون هڪ هٿ ۾ پڪڙيو هو ۽ ٻئي هٿ ۾ قلم ڪاغذ هئا ۽ اُنهن ٻنهي هٿن جي وچ ۾ هيو منهنجو ٽٽل ڀريل وجود. بس ائين گذري ويئي منهنجي زندگي.

ٻاراڻي وهيءَ ۾ جڏهن لکڻ پڙهڻ سکيم تہ منهنجا دوست منهنجا ساٿي ڪتاب ۽ اخبارون هيون. اُنهن ڪتابن مونکي همٿايو ۽ ادبي دُنيا ۾ آندو. جڏهن لکڻ شروع ڪيم تہ اخبارن ۽ رسالن ۾ منهنجيون ڪچيون پڪيون لکڻيون ڇپجڻ لڳيون... اُن وقت پنهنجي لکڻين جي ڇپجڻ جي خوشي وسارڻ جهڙي نہ آهي. پنهنجي ڇپيل لکڻيءَ کي ڏينهن ۾ الائجي ڪيترا دفعا پڙهندي هئس. هڪ لکڻي ڇپجندي هئي تہ ٻيون لکڻيون

سوال

لکجي ويندیون هيون. اُن همت افزائي مونکي ادبي دُنيا ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ همٿايو. جڏهن مون مئٽرڪ پاس ڪئي تہ هيءَ جيتامڙي اديبن جي قطار ۾ آخر ۾ نظر آئي، سا بہ ڊنل ۽ هيسيل... اخبارن ۾ ادبي صفحا ۽ عورتن جا صفحا هڪ هفتي کان پوءِ ڇپجندا هئا تہ رسالا وري هڪ مهيني جو انتظار ڪرائيندا هئا.. بس اُن ادبي سفر جو مزو ئي نرالو هو. اُن جذبي کي لفظن ۾ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي. لکڻين جي ڇپجڻ جي خوشي ۽ انتظار جو سفر سچ پڇو تہ اِهائي تہ آهي ادب جي پل صراط....

اُن دور جي اخبارن ۽ رسالن ۾ منهنجيون لکڻيون ڇپجنديون رهيون. پر اُن وقت شدت سان پنهنجين اوڻائين جو احساس ٿيندو هو، جڏهن مان پنهنجيون لکڻيون ڪنهن وڏي نالي واري رسالي کي موڪليندي هئس (اُن دور ۾ لکڻين سان گڏ جوابي لفافو بہ موڪليو ويندو هو) تہ اُها لکڻي اِهو چئي واپس موڪلي ويندي هئي تہ اوهان جي لکڻي اسان جي رسالي جي معيار مطابق نہ آهي. ڇپجڻ جي خوشي ۽ نہ ڇپجڻ جو درد اِهي ڪيفيتون ٻڌائي ۽ سمجهائي نہ ٿيون سگهجن.

هاڻ مقصد جي ڳالهہ اِها آهي تہ مون کي ادبي دُنيا ۾ هيءَ جاءِ ڪاسولائيءَ سان نہ ملي آهي. سالن جي محنت، تنقيدون، اڻ وڻندڙ رويا، ڪي تعريف ڪن تہ ڪن کي ڳالهہ نہ وڻي. سوچي سمجهي، آس پاس تي نظر وجهي، هر ڳالهہ کي درگذر ڪري هن ادب جي دُنيا جي سفر ۾ مان هلي آهيان.

سالن کان وٺي لکان پئي. شاعري، ڪالم، مضمون ۽ ڪجهہ ڪهاڻيون بہ لکيون اٿم تہ بہ اڄ تائين مان پاڻ کي اديبن جي قطار جي آخري صف ۾ بيٺل ليکڪا سمجهندي آهيان. هن ادبي دُنيا جي تپيل ڪوريءَ مان ٻاهر نڪري جڏهن پنهنجي آس پاس جي ماحول تي نظر وجهان ٿي تہ مونکي لڳي ٿو تہ مان ڏاڍي اياڻي،

سوال

ناسمجھ ۽ بي وقوف آهيان. هرو ڀرو ادب جي پُل صراط جو ذڪر ٿي ڪريان، هروڀرو لکڻين جي ڇيڇڻ جي خوشي ۽ نہ ڇيڇڻ جي درد جو ذڪر ٿي ڪيان.... هن وقت منهنجي سامهون جيڪو ماندڻ منڊجي چڪو آهي اُها دُنيا ڪا ٻي دُنيا آهي. هيءَ دُنيا منهنجي دُنيا کان ڪيڏي نہ مختلف آهي. مان ڏسان پئي تہ ٻاراٽي وهيءَ مان اجا تازو نڪتل نوجوان الائجي ڪيترن ڪتابن جو خالق بڻجي چڪو آهي. اُنهن جي ڪتابن جو ڪاغذ قيمتي، ڇپائي اعليٰ، مٿان وري شاندار مهورتون.... !!! مونکي تہ سمجھ ۾ نہ ٿو اچي ۽ ڪو آهي جو مونکي سمجهائي تہ ڇا هڪ رات ۾، هڪ هفتي ۾، يا وري هڪ مهيني ۾ تخليقون ڪيئن لکجي وڃن ٿيون....؟ ۽ وري ڪتابي صورت ۾ بہ اچي وڃن ٿيون؟ عجب جي ڳالھ تہ اِها آهي تہ ڪن اديبن جي نالي جي خبر ئي اُن مهل پوندي آهي، جڏهن اُنهن جو ڪتاب ڇپجي ويندو آهي.....!!

هي هڪ وڏو سوال آهي تہ ادبي دُنيا ۾ هي ڇاپيو ٿئي؟ (هت مان اِها وضاحت ڪرڻ ضروري ٿي سمجهان تہ اڄ بہ ڪيترائي اديب سچ پچ ادب جي پل صراط تي هلن پيا). لکڻ جي ڏات جن وٽ هوندي آهي اُنهن کي بہ هن ڏات جي رستي تي هلڻ لاءِ ڪنهن رهبر جي ضرورت آهي. پهريون رهبر تہ ڪتاب ئي آهي. پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڇپيل ۽ دُنيا جي ٻولين ۾ ڇپيل ڪتاب پڙهڻ تمام ضروري آهن. ٻيو رهبر انسان جو آس پاس جو ماحول آهي. وڏڙا چوندا آهن تہ "انسان انسان جو ڪاڄ آهي". اسان جي آس پاس جي ماحول مان بہ اسان کي وڏا سبق، تجربا ۽ مشاهدا ملندا آهن.

ٻُڌو اٿم تہ سنڌي ادبي سنگت جيڪا جڏهن پراڻن وڏن اديبن جي هٿ هيٺ هوندي هئي، جڏهن اُن ادبي سنگت جون گڏجاڻيون ٿينديون هيون ۽ اُنهن گڏجاڻين ۾ اسان جا وڏا اديب پنهنجيون لکڻيون پڙهندا هئا تہ اُنهن جي لکڻين مٿان ايڏي تہ تنقيد ٿيندي هئي، جو اُنهن کي لڳندو هو تہ

سوال

اُنهن اِها لکڻي لکي وڏو ڏوهه ڪيو آهي.

وري به چار مهينا ڪجهه به ڪونه لکي ڪٽي ايندا هئا. (منهنجي هن لکڻ جي شاهدي اوهان کي ان مان ملندي ته اسان جا پراڻا وڏا شاعر ۽ ڪهاڻيڪار هرويرو گهڻن ڪتابن جا خالق نه آهن). هن وقت حال هي آهي ته تخليق ڪنهن رسالي يا اخبار ۾ ڇپجڻ کانسواءِ ۽ ڪنهن تنقيدي مرحلي مان گذرڻ کانسواءِ ڪتابي صورت ۾ اچي ٿي وڃي. هي سڀ گهڻو ڪري اُهي لکندڙ آهن جن کي پراڻو دور ته ڇڏيو پنهنجي ٿهيءَ جي لکندڙن جي به خبر نه هوندي آهي.

اسان وٽ ستر جي ڏهاڪي کان وٺي دور مٽيو آهي. الاهي رسالا، ڪتاب ۽ اخبارون ڇپجڻ لڳيون آهن. اُنڪري ئي اُهي اديب جيڪي سچ پچ لکاري آهن، ادب ڄاڻن ٿا، ادب پڙهن ٿا، اُهي اسان جا وڏا اديب اُن وقت کان وٺي لکن پيا ۽ گهڻو لکيو اٿن... ها پر اِها به وڏي سچائي آهي ته هو به تنقيد کان بچيل ڪونهن.

الميو اِهو آهي ته اڄ جو نوجوان (سڀ نه) ڪتاب ڪونه ٿو پڙهي. جيڪي نالي وارا اديب اڃا حال حيات آهن، اُنهن کي ادبي محفلن ۾ ڏسن ۽ ٻڌن ٿا، هو اُنهن کي ياد آهن. باقي حال اِهو آهي ”جيڪي اُسريا سي وسريا“. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۽ پوءِ وارو ادب، ون يونٽ جي ٺهڻ ۽ ٽٽڻ واري دور جو ادب، چوراسي کان وٺي سنڌ ۾ ٿيندڙ لساني وحشانيت واريون لکڻيون. اُنهن کي ڪنهن ياد رکيو آهي؟ اڄ جو نوجوان اديب ويجهڙائي واري ان ادب جي دُنيا ۾ جهاتي پائڻ لاءِ تيار ڪونهي....!

ميڊيا جي دُنيا تيز ۽ اثر انداز ٿيڻ واري دُنيا آهي. فيس بوڪ ۽ ٻين هنڌن تي تعميري سوچون، صحت مند مباحثا ڪري پنهنجي سنڌ واسين ۾ شعور ۽ آگاهي پيدا ڪرڻ گهرجي. پر ائين ٿي نه رهيو آهي. سياسي ڌڙيبندي، اناپرستي، ذاتي رنجشون، بي مقصد بحث گهڻو پيو ٿئي. فيس بوڪ ۾ ته اِهو حال آهي جو لڳندو

سوال

آهي تہ اسان جو شاعر عورت جي هنج ۾ ويٺو آهي. اُنهن جي شاعريءَ سان گڏ سهڻين عورتن جون تصويرون جيڪي هو بغير اجازت جي ٻين عورتن جي پرو فائيلن مان ڪٽندا آهن هر وقت ڇپيل نظر ايندي آهن. سنڌ ۾ ۽ دُنيا ۾ ڇا پيو ٿئي اُنهن کي اُن جي پرواهہ نہ آهي. هنن فيس بُڪي شاعرن کي عورت کان علاوه دُنيا جي ٻي خوبصورتي ۽ بدصورتي نظر ئي نہ ٿي اچي. هاڻ وڏيڪ مان ڇا لکان!! ڇا اسان جي ساڃاهہ وندن کي اُنهن تي ڪي اخلاقي حد بنديون رکي اُنهن کي سمجهائڻ نہ گهرجي.....؟

هيڏن سالن جي لکڻ ڪانپوءِ منهنجي دوستن ۽ ساٿين مونکي اِهو احساس ڏياريو تہ سلطانہ هاڻ اوهان جا ڪتاب اچڻ کپن. سو مان بہ سنجيده ٿي پنهنجن لکڻين کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. منهنجا ٻہ ڪتاب "ڳالهيون پيٽ ورن ۾" جي عنوان سان ڇپجي چڪا آهن. ڪالمن کي گڏ ڪري ڇپائڻ ۾ مونکي گهڻي ڏکيائي ڪانہ ٿي ڇو تہ منهنجي ڪيل هڪ محنت مونکي ڪم اچي ويئي. منهنجي هڪ عادت هوندي هئي تہ مان جون جولاءِ جي موڪلن ۾ اُهي اخبارون جن ۾منهنجا ڪالم، مضمون يا شاعري ڇپيل هوندي هئي، گڏ ڪري اُنهن اخبارن جو جُلد ٻڌرائي ڇڏيندي هئس. بس اِها وقتي محنت هئي جيڪا مونکي ڪم آئي ۽ مان ڪالمن جا ٻہ ڪتاب ڇپرائي سگهيس.

هاڻ وري دوستن جي تقاضا ۽ منهنجي دلي خواهش هئي تہ هاڻ مونکي پنهنجي شاعريءَ جو ڪتاب ڇپائڻ گهرجي. هاڻ مون شاعريءَ کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مونکي ڏينهن جا تارا نظر اچي ويا... اخبارن ۽ رسالن مان ڳولهي ڦولهي شاعري هڪ رجسٽر ۾ لکڻ شروع ڪيم. پراڻا رسالا سهڻي، سوجهرو، بادل، ملير ڊائجسٽ، اديون، پيغام، روح رهاڻ، نئين زندگي، مهراڻ ۽ ٻين انيڪ رسالن ۽ اخبارن مان شاعري

سوال

گڏ ڪري لکڻ ڏاڍو ڏکيو مرحلو هو. اِهو سڀ ڪم ڪندي مونکي شدت سان اِهو احساس ٿيو تہ جيڪڏهن مان مري وڃان ها تہ هيءَ منهنجي سڄي شاعري جيڪا رسالن ۽ اخبارن ۾ ٽڙيل پکڙيل آهي الائجي ڪاڏي گم ٿي وڃي ها. منهنجي ٻارن ۽ گهر ڀاتين کي ڪهڙي خبر تہ منهنجيون لکڻيون ڪهڙن رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل آهن......!

چڱي طرح ياد اٿم تہ ايم- اي جي آخري سال جو امتحان پئي ڏنم. زباني امتحان وٺڻ وقت غلام علي الانا صاحب، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ هڪ ٻيو اُستاد اُتي موجود هئا. اُنهن اُستادن مونکان ٻہ ٽي سوال پُڇيا، جن جا مون جواب ڏنا. اُن وقت غلام علي الانا صاحب اُنهن کي چيو تہ "سلطانہ کان هي ڪهڙا سوال پڇي رهيا آهيو تہ ڪن پنجن شاعرن جا نالا ٻُڌايو، نثر ۾ شايع ٿيل ڪتابن جا نالا ۽ اُنهن جا لکندڙ ٻڌايو. سلطانہ جي لائبرري مون ڏٺي آهي، هن وٽ هزارين ڪتاب آهن جيڪي اُن چڱي طرح پڙهيا بہ آهن..." چڱي طرح ياد اٿم اُن ڏينهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ هڪ وڏو ميلو متل هو. اُتي ماجد ڀرڳڙيءَ صاحب جي محنت سان سنڌيءَ ۾ ڪمپيوٽر جو افتتاح ٿيو هو (جيڪڏهن منهنجي يادگيري صحي آهي) الانا صاحب مونکي سڄي آرٽ فيڪلٽي گهمائي هر هڪ شئي ڏيکاري.

وقت بدليو، هاڻ مونکي ڪراچيءَ ۾ رهڻو پيو. هت ڪراچيءَ ۾ رهڻ لاءِ ننڍڙا فليٽ جت منهنجا ڪتاب اچڻ مشڪل هئا. مون ڇا ڪيو جو امان جي گهر لطيف آباد ۾ دو ڇتين ۾ ڪتاب رکي ڇڏيم ۽ ڪجهہ اهم ڪتاب ۽ رسالا مان ڪراچيءَ کڻي آيس. جڏهن حيدرآباد ۾ لساني هنگاما ٿيا ۽ سنڌين لطيف آباد کي ڇڏي قاسم آباد ڏانهن رخ ڪيو تہ اُن وقت بابا سائين جن ٻين سامانن سان گڏ منهنجا ڪتاب بہ ٽنبو آدم گهرائي ورتا. بابا سائين 1996ع ۾ گذاري ويا. ٽنڊي آدم

سوال

شهر ۾ نہ اسان ٻاهر نڪرون نہ اوطاقون ڏسون، بس بابا جو ٽيجهو ڪري مان ڪراچيءَ هلي آيس. جماڻن ۾ چاليهن تي وجي ڪري وري واپس ڪراچيءَ هلي ايندي هئس. ها بس ان ويل ڏاڍو ڏک ٿيو جڏهن اِها خبر پئي تہ منهنجا ۽ بابا سائينءَ جا ڪتاب جن جو تعداد هزارن ۾ هو ڪٻاڙين وٽ وڪامجي ويا... اِهو وڏو ڏک ۽ ڪاپاري ڌڪ هو منهنجي لاءِ.....

هاڻ وري ادب جي ڳالهہ ڪجي. سنڌي ادب جي باري ۾ ٻين زبانن جا نقاد چوندا آهن تہ سنڌي ادب ٻين ٻولين جي مقابلي ۾ گهڻي ترقي ڪئي آهي. سنڌي ادب ۾ تحرڪ آهي، جذبو آهي ۽ انساني مسئلن ۽ ظلمن جي نشاندهي ڪيل آهي. شايد سنڌي اديب مزاحمت ۽ جولان ڀاڳن ۾ ورتو آهي. حالتون هميشه اهڙيون رهيون آهن جو سنڌ اديب هميشه قلم جي ويڙهہ وڙهندو رهيو آهي. ستر جي ڏهاڪي ۾ جذبن جو جولان تمام گهڻو وڌيل هو. ون يونٽ جي ٺهڻ ۽ ٽٽڻ واريون حالتون، ٻوليءَ وارن لساني هنگامن ۾ پنهنجي وجود ۽ سنڌ جي بچاءُ لاءِ اديبن پنهنجين لکڻين ۾ اُن دور ۾ مزاحمتي ادب تخليق ڪيو. شاعريءَ جي صنف جنهن ڪي آزاد نظم ۽ نثري نظم چيو ٿو وڃي اُن ۾ شاعري گهڻي ٿي... سون جي تعداد ۾ شاعر هئا (هت شاعر معنیٰ عورتون ۽ مرد ٻئي) جيڪي اُن وقت ۽ حالتن جي پيداوار هئا. اُنهن بي ساختہ ۽ شاندار شاعري ڪئي. اُن دور ۾ ايم آر ڊي واري تحريڪ، ٺوڙهي ڦاٽڪ وارو واقعو ۽ ٽنڊي بهاول وارو واقعو وڏا سانحا هئا. لساني هنگامن سنڌي اديبن جي وجود ۾ هڪ وڏو جولان پيدا ڪري ڇڏيو. حد تہ اِها آهي جو ڪراچيءَ ۾ هڪ ٻار کي مسجد ۾ سنگسار ڪري ماريو ويو. اُن ڏاڍ ۽ جبر واري دور ۾ سنڌ کان علاوه سڄي پاڪستان ۾ وڏا واقعا ٿيا. ضياء دور جو هٿوڙا گروپ بہ ڪنهن کان ڪو نہ وسريو هوندو. اُهو گروپ رات جو ٻاهر ستلن کي هٿوڙا هڻي ماري ڇڏيندو هو. ڪنڌ ڪوٽ وارو سرد لاش وارو قصو بہ

سوال

ڪنهن ڪان ڪونہ وسريو هوندو. پنجاب ۾ تہ حد ٿي ويئي جو عورتن کي اُگهاڙو ڪري سر عام گهمايو ويو ۽ هڪ ويچاري نياڻيءَ کي تہ قبر مان ڪڍي بي عزت ڪيو ويو ڇو تہ ذاتي دشمني جي ڪري مائٽن رشتو ڏيڻ بجاءِ پنهنجي نياڻيءَ کي زهر ڏيئي ماريو ۽ جن کي رشتو نہ مليو اُنهن اُن نياڻيءَ جو لاش قبر مان ڪڍي بي حرمت ڪيو. هن وقت منهنجي ذهن ۾ الائجي ڪيترا واقعا، حادثا اُڀري آيا آهن. اُهي سڀ مان لکي تہ ڪو نہ ٿي سگهان پر اِهو ضرور چونديس تہ هي جيڪواڄ جوانسان آهي اهو اڄ جي سجاڳ دور ۾ بہ وحشي ٿي پيو آهي. اڄ تائين اِها وحشت، اُهو ڏاڍ، جبر اڄا خراب صورت حال پيدا ڪري چڪو آهي.

اُن ڏاڍ، جبر ۽ ظلم واري دور ۾ وري بہ اديبن پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. اُن جڏهن دور جون لکڻيون اُن دور جي پيانڪ تاريخ آهي. مان اُن وقت ڏاڍي حيران ۽ پريشان ٿيندي آهيان تہ اسان جا ڪي اديب، نقاد ڪنهن دور تي نعري بازي وارو ٺپو هڻندا آهن، تہ ڪن لکڻين کي رد ڪري فتوائون جاري ڪندا آهن.

هڪ اندر جي ڳالهہ اوهان سان ڪرڻ چاهيان ٿي. هت اسان جي سنڌ ۽ پاڪستان ۾ سياسي پارٽين ۽ ڪن تنظيمن جا نعرا ۽ جهنڊا موجود آهن. ڪڏهن اِهو سوچيو اٿو تہ سڄي سنڌي قوم جو نعرو ۽ جهنڊو ڪهڙو آهي؟ يقينن جيئي سنڌ جو نعرو آهي ۽ سٺو نعرو آهي پرڇا عملي طور اسان جيئي سنڌ چئي سنڌ کي بچائي ۽ جيئاري سگهيا آهيون؟ نعري هڻڻ وارا ڪوڙ پر جت اسان جي رت جي ضرورت هئي اسان اُت پنهنجو پگهر بہ ڪونہ وهائي سگهيا آهيون.....!! هڪڙو ڳاڙهو جهنڊو جيڪو مان ننڍپڻ کان ڏسندي پئي اچان. اُهو جهنڊو بہ هڪ مخصوص پارٽيءَ جو آهي سڀني سنڌواسين جو ڪونہ آهي. اُن ڳاڙهي جهنڊي مٿان ڪهاڙي ڇپيل آهي. پنهنجي دل تي هٿ رکي اوهان اِهو

سوال

ٻڌايو تہ اُن ڪُهاڙيءَ سنڌين جي وجود کي ڪيڏو وڏو نقصان پهچايو آهي. جهنڊي ۾ ڪهاڙي، سنڌي ڊرامن ۾ بہ ڪهاڙي، هڏ حرام، ٽوٽي، هوٽلن ۾ ويهي چانهيون پي نشا پتا ڪري سنڌ ڌرتي تي مڇن کي وٽ ڏيئي پنهنجين ونين ۽ نياڻين کي مارڻ ۾ بہ اها ڪهاڙي ئي ڪم اچي. سڄي جڳ ۾ اسان کي بدنام ڪيو آهي هن ڪُهاڙي. مونکي ٻڌايو تہ اِها ڪُهاڙي سنڌين جي شناخت ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟ ڇا اسان کي پنهنجي وجود ۽ معاشري مان اِهي نشانيون ڪڍي ڦٽي نہ ڪرڻ گهرجن...؟ هڪ اهڙو جهنڊو جنهن مٿان قلم هجي، روشني هجي، ڪٽڪ وارو سچو سونو سنگ هجي، ڦُٽي (ڪپهہ) جي اڇاڻ هجي، اسان سنڌين جي سڄاڻپ ۾ ترقيءَ ۽ اڳتي وڌڻ واريون روشنيون هجن. ڀلا ڇو نہ اهڙو جهنڊو ٺاهجي جيڪو سنڌي قوم جو هڪ جهنڊو هجي جنهن جي هيٺان اسان گڏ ٿي هن ڏکئي وقت کي منهن ڏيئي سگهون. اصل ڳالهہ آهي شعور جي، سمجهہ جي. اِهو شعور ۽ سمجهہ اديب ۾ هجي، سياست دان ۾ هجي، شاگردن يا وري هاري مزدور ۾ هجي. هر محاذ تي حقن لاءِ جنگ جوٽڻي آهي. اديب قلم جي جنگ وڙهي سگهي ٿو تہ ڪلاشن ڪوف هٿ ۾ کڻي نہ ٿو سگهي. اسان جا ڪي مان وارا اديب مان اِها توقع رکندا آهن تہ هو سڀ ڪجهہ تياڳ ڪري آفيسري، ڪلارڪي، ماستري ڇڏي اصل ترارون ڀالا کڻي اچي ميدان ۾ بيهي. اديب سکيو ستابو ۽ ڪامورو آهي تہ معنيٰ غدار آهي. بکيو آهي، بي روزگار آهي (علي بابا جهڙو) تہ عظيم آهي پر اُن کي سهارو ڏيئي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪير بہ تيار نہ آهي. سنڌي اديب کي ڪا ڪُرسي ملي تہ سڀ اُن جي پويان هٿ ڌوئي پئجي ويندا آهيون. ”بي ضمير ۽ غدار“ چئي اُن جي ڪيل ڪمن کي بہ رد ڪري ڇڏيندا آهيون. سوچيو تہ سهي آخر اسان اهڙا ڇو آهيون....؟ هن سڄي پاڪستان ۾ ڪيترين ٻولين آهن، صوبا آهن ۽ اُنهن جا ادارا آهن، سڀ ڪم ڪن

سوال

پيا. ڪير اڇي پيو ڪير وڃي پيو ڪنهن
ڪي ڪا خبر ئي ڪانهي بس اُنهن وٽ هڪ
سچائي آهي تہ هو ڪم ڪن پيا ۽ پاڻ ۾ هڪ
آهن.

هن سچي وايومنڊل جو پڳدار اُهو آهي جيڪو ووٽ وٺي اسيمبلي ۾ اچي ٿو. بجيٽ اُن وٽ، پئسو اُن وٽ، ادارن جا سربراه رکڻ وارا بہ اُهي، اُنهن کان تہ ڪو حساب ڪتاب گهرڻ لاءِ تيار ڪونهي. سچ پڇو تہ ماريو آهي پراون کان وڏيڪ پنهنجن. سنڌي سياست دان تہ اهڙا آهن جو اُنهن کي وچ چونڪ تي ڦاهي چاڙهجي يا وري سنگسار ڪري مارجي.

جبل جي چوٽيءَ تي بيهي سچ چوڻ کان بهتر آهي ماڻهن وچ ۾ سچ ڳالهائجي... پر ڏاڍو ڏکيو آهي هي سچ ڳالهائڻ...چو تہ اڪثر سچ ڳالهائڻ وارا ئي سنگسار ٿي ويندا آهن.

ڪيترن سوالن جا جواب ڳولهيندي زندگي گذري ويئي... اڄ وري هڪ سوال آهي منهنجو ڪتابي صورت ۾ اوهان جي هٿ ۾!

هن ڪتاب ۾ منهنجي شاعري کي توهان پڙهو، پرکيو ۽ جيڪي سوال ڪٽي مون زندگي گذاري آهي، ٿي سگهي ٿو تہ توهان جي بہ اهڙن سوالن واري زندگي هجي، سوال جو جواب ڳولهڻ جي باوجود بہ ملٽو ڪونهي. بس وري بہ سوال ڪرٽو آهي. سوالن جي پٺيان سوال ڪرٽا آهن. آخر ڪڏهن تہ اُهو وقت ايندو ۽ ضرور ايندو. اسان جي جيئري نہ سهي بعد ۾ ئي، پر ايندو ضرور...

**سلطانہ وقاصي**

# سوال...!!؟

سوچ...؟
نہ تي سوچيان ...!
گُهر...؟
نہ تي گهران ...!
پنهنجو ...؟
ڪير ڪونهي ...!
پرايا ...؟
واسطو ڪونهي ...!
ڏينهن ...؟
ڏڪوئي تو...!
رات ...؟
ننڊ ڪانهي ...!
وقت ...؟
ڀوڙندو وڃي ...!
آس پاس ...؟
سڀ اجنبي ...!
تون ...؟
اُنهن ۾ اڪيلي ...!
ڇو ...؟
مان انسان نہ آهيان ...!
ڇا ...؟
انسان هجان ها،
هنن سوالن جا،
جواب ڏيان ها،
تنهنجو چيل هر لفظ،
اندر ڏڪوئي تو...!

# سُڪل ٽاري

سدائين سرهو،
سدائين خوش،
تنهنجو وجود ...!
گل جهوليءَ ۾ ڪٽي،
هر ڪائين پيو مونکي ...!
مان اڳتي وڌيس ....
تنهن جي جهوليءَ مان...
ڳولهي ڦولهي،
هڪ سُڪل ٽاري ڪنيم ...!
اُن کي پوکي،
مون هڪ گلستان ٺاهيو ...
اڄ تون پنهنجا،
سُڪل گل،
ڦٽا ڪري ...
آيو آهين، مون وٽ،
جهولي جهلي گلن ڪاڻ ...!
ها پر مان توکي،
موٽائيندس ڪونه ...
اُن سڪل ٽاريءَ جي عيوض،
ڏيندس توکي، انيڪ گل ...!!!

# دڙن مٿان دڙا

هاءِ هاءِ ڪو ويٺو هو،
چپ چاپ ويٺو هو،
ويٺي پور پچايائين،
اُپ ڦاٽندو ... ؟
يا ڌرتي ڏُبندي ...
اُپ مان وسندا نوٽ،
ڌرتيءَ مان نڪرندو اَن،
پوءِ تي ويندي لئي،
هڪ ڏينهن ٿيو بہ ائين،
اُپ ڦاٽو اُلانڪتا،
ڌرتي ڏُبي ڏار پيا،
هو اُن ۾ گم ٿي ويو،
سڙي ويو، دفن ٿي ويو،
هر دور ۾ اهڙا،
ٿهندا ويا دڙا،
دڙن مٿان دڙا،

***

هاڻ هن دور ۾،
اڄ جو سنڌي،
ويٺو آ چپ چاپ،
اُنهن دڙن مٿان،

سوچي ويٺو،
پڙهون نہ ... !
پر ملي وڃي ڊگري،
قابليت نہ هجي،
پر ملي وڃي نوڪري،
نہ همت آ نہ وري ڏيڍي
پر اچي وڃي ڪو انقلاب،
ڏنڊو جي اچي وڃي هٿ ۾
تہ پوءِ،
مٿا بہ هوندا پنهنجن جا،
پوءِ ٿي ويندي لئي،
پوءِ ٿي ويندي لئي.

# وقت کان اڳ

ڪيئن احسان وساريان ...؟
مان تنهنجا...
مون کي سُرت ڏنيءِ
مونکي ويساهه ڏنيءِ،
ڪيئن وساريان تنهنجيون پلايون ...؟
ماري ماري،
مونکي جياريءِ،
مان توکي ڪيئن وساريان ....؟
چيري چيري،
لوڻ ٻُرڪيءِ،
نڙ گهٽ تي ننهن رکي،
پنهنجا احسان ورجايءِ،
مان احسان مند آهيان تنهنجي ....
جنهن وقت کان اڳ،
سيکاري هر ڳالهه مونکي .

***

تو...
مري مري، جيئڻ سيکاريو،
وڙهي وڙهي، وڙهڻ سيکاريو،
سهي سهي، سور سانڍهي،
جيون جي هن دڳ ۾ ...

منزل جي جستجوءَ ۾ ...
رڙهي رڙهي، ڀڄي ڀڄي ...
مان هيءَ جيون جي جنگ جوٽي آ،
تو هارائي وري کٽڻ سيکاريو،
روئي روئي، وري کلڻ سيکاريو،
مان احسان مند آهيان تنهن جي،
جنهن وقت کان اڳم،
سيکاري هر ڳالهه مونکي ...!

# هيڏي تہ آ گهڙي تہ ويهہ

هيڏي تہ آ ... !
گهڙي تہ ويهہ ... !
ڪجهہ تہ ڳالهاءِ ... !
ورهين کان پوءِ مليا آهيون،
احساس مٽجي ويا آهن،
يادون وسري ويون آهن،
جذبا اُهي نہ رهيا آهن،
وقت جو وڏو طوفان،
وچ مان گذري ويو آ ... !
وٺي ڪهڙو نانءُ ... ؟
اُڏاريان مان ڪانگ،
زندگيءَ جي واٽ ۾،
اُڏامي پئي خاڪ.

***

اُن جي باوجود بہ لڳيم ٿو،
تون منهنجو آهين،
تون بہ ڪٿي سمجهہ،
تون ۽ مان ... !
اُهي ساڳيائي آهيون،
جڏهن پاڻ هيئي،
ڪلاڪن جا ڪلاڪ.

ڪڇهري ڪندي،
ڪين ٿڪبا هئا سين ... !
تڏهن تہ چوانءِ ٿي،
قرب وچان، محبت سان،
هيڏي تہ آ، گهڙي تہ ويهہ،
ڪجهہ تہ ڳالهاءِ ،

# سڏ پڙاڏو

هي منهنجا گيت،
اڳتي هلي گم ٿي ويندا،
پوءِ شايد،
هنن کي ڪير پڙهڻ به نہ چاهي،
اڄ اسان ڪالهہ جي،
رديف قافيہ جو ذڪر ڪيون ٿا،
انهن کان سواءِ شاعري،
اڻ پوري، غير معياري آهي،
ڪي چون ٿا، نواڻ آئي آ،
سوچ بدلي آ، دور بدليو آ،
سياڻي اجان وڏيڪ،
نئين سوچ کٽي،
نئون دور ايندو،
اُن وقت اُن دور جا لکندڙ
سلطانہ تي کلندا،
سلطانہ تي ٺوڪون ڪندا،
سلطانہ چا تہ بڪواس لکي آ،
جيئري هوندس،
جيئري ئي اُهو سڀ ٻڌندس،
جي مري ويس،
تہ بہ منهنجو ويراڳي روح،

چڪر ڪاٽيندو رهندو،
اُنهن محفلن جا،
جت ذڪر هوندا منهنجا،
آٽيندو سنيها،
منهن جي جسم جي خاڪ وٽ،
چوندو ڪاوڙ وچان،
مان روح آهيان ازل کان پاڪ،
تنهن جي هن جسم ۾ دل،
مونکي ڏاڍو ڏکويو آهي،
مان ڪوبہ جواب ڪين ڏيندس،
پر دل ۾ ضرور سوچيندس،
دُنيا ۾ سلطانہ ڪهڙي عظيم هئي، ؟
جيئري جهڙي هئس،
مئي پڇاڻان بہ اُوڙهي ئي آهيان،...!

# سمنڊ ۽ سوچون

سمنڊ جي پرڀ،
مان بيٺل، سوچ ۾ گم،
سوچيم پئي،
هي سمنڊ،
ڪيترائي رازڪنيو،
انهيءَ جوش ۽ جذبي سان،
وهندو رهي ٿو،
ويرن ۽ لهرن جي ويڙاند هلندي پئي اچي،
سمنڊ خاموش تماشبين وانگر،
هر ايندڙ کي پاڻ ڏانهن ڇڪي،
گهرائيءَ ۾ گهلي ٿو وڃي،
***
مان پاڻ بہ،
سوچ جو هڪ سمنڊ،
پاڻ سان گڏ کنيو پئي هلان،
هڪ اهڙي سفر ڏانهن،
جنهن جي مونکي ڪل ناهي،
مان چاهيان ٿي،
پاڻ کي هن سوچ جي سمنڊ مان ڪيان،
جيڪو ڪل ناهي ڪاڏي پيو وڃي،
مان چاهيان ٿي،

پنهن جي منزل پاڻ ٺاهيان،
مونکي سوچن جي لهرن سان،
جنگ جوٽڻ ڪين ٿي اچي،
مان لڙهندي رهندي، لڙهندي رهندس،
ڇو تہ مان بي همت آهيان،
مان بي سرو سامان آهيان،

# ٻزم ٻزم ٻز

ٻز، ٻز، ٻز،
گوليون هلن ٽيون جام،
هن ڌرتيءَ جي سپوتن،
جي رت سان،
راند نہ رهہ اي نادان .. !
هيءَ جيجل ڌرتي،
جن کي ڪري ٿي جوان،
اُهي گوليون هلائين ٿا جام،
ڌرتيءَ جي جوڌن تي،

***

تون گوليون هلائي ٿڪجي پوندين،
هر ڪا ڪوشش ڪري ورچي پوندين،
لاش ڪرندا ويندا، رت وهندو ويندو،
ڌرتي ماءُ گڏ ڪندي ويندي،
رت جا انبار،
هڪ هڪ رت ڦڙي مان،
پئدا ٿيندا ڪيئي جوڌا جوان.

***

تون ماري ماري ٿڪجي پوندي،
ڪين ڪٽندا اُهي مرد مانجهي،
نيٺ اُهو وقت بہ ايندو،

كارونيار جيان كندا اُهي،
توتي وسكارو،
ڏرتي ٻه ڏينديءَ زور سان،
سنڌوءَ جون ويرون لهرون،
چڙهنديون جام،
اُن ويل،
ٻز، ٻز، ٻز،
توتي گوليون هلنديون جام.

# اڄ جو مرثيو

هوءَ جا مومل هئي،
ڪاڪ محل جي،
راڻي ڪي سُڌاري نہ سگهي،
هوءَ جا مارئي هئي،
ملير جي،
عمر جي فطرت،
مَٽائي نہ سگهي،
هوءَ جا سهڻي هئي،
سنڌ ڌرتيءَ جي،
ميهار ڪي ڪناري،
تي بيهاري ويئي،
هوءَ جانوري هئي،
ڪينجهر جي،
تماچيءَ ڪان پاڻ،
بچائي نہ سگهي،
هوءَ سسئي هئي،
پنهور جي،
مري سيني ڪي مات،
ڏيئي ويئي،
اُن جي ويڇڻ ڪان پوءِ،
حيف آ توکي ...؟
او راڄ ڏٽي ...؟
سنڌ تي توڪارنهن،
ملي چڏي.

# اي سچ اڄ تون نہ اُير جان

اکيون کليون ٽڏو ساهہ پريم،
رات جو پويون پھر،
هلکو هلکو پکين جو آلاپ،
خاموشيءَ ۾ ڪنهن ويل هلڪو ڌماڪو!
وڃي بيٺس دريءَ وٽ،
هٿ ۾ اکيون مٿي ڪٽي عرش ڏي ڏٺم
اندر مان سڏڪن پريل آواز نڪتم ...
اي اٺاويهہ (28) ڊسمبر جا سچ ... !
اڄ تون نہ اُير جان ...
ڪجهہ خيال ڪجان، ڪجهہ حيا ڪجان ...
ڇو تہ اڄ سنڌ جي مارئي، سهڻي،
سسئي، ٻاگهل ٻائي، نوري،
سنڌ جي راڻي، سونهن جي شهزادي،
سائين ذوالفقار جي بي نظير،
ناياب املهہ ماڻڪ،
اڄ توکي نہ ڏسندي،
اڄ هوءَ ساهہ نہ کڻندي،
اي اٺاويهہ (28) ڊسمبر جا سچ،
اڄ تون نہ اڀر جان ...
ڇو تہ جي تون اُيري پوندين ... ؟
تہ پوءِ تنهن جي، اُلهڻ جي وقت تائين،

سنڌ جي راڻي، سنڌ جو سينگار،
جيڪا چنڊ وانگر ٿڌي مٺي،
سج وانگر، تيز تِکي،
سنڌ ڌرتيءَ مٿان،
انڊ لٺ وانگر رنگن واري،
بادلن جي وچ ۾،
وڄ وانگر چمڪاٽ ڏيڻ واري،
هلي ويندي، گم ٿي ويندي،
مٽن مٿين جي هيٺان لٽجي ويندي،

***

اي اٺاويهه (28) ڊسمبر جا سج،
مان هٿ ٿي ٻڌاءِ پيرين ٿي پوانءِ،
ڪجهه حيا ڪجان، ڪجهه شرم ڪجان،
اج نہ اُڀر جان، اج نہ اُڀر جان.

نوٽ: ستاويهين ڊسمبر جي رات جڏهن بي نظير صاحبہ وارو سانحو ٿيو، سچي رات جاڳي عصر مهل هي نظم مون لکيو هو... اِهو جئين جو تيئن ڇپيو هو... فرانس جي ڪائونسلٽ ۾ هن نظم تي فرانسسي زبان ۾ ٽيبلو پيش ڪيو ويو.

مسٽر هدايت حسين ڊپٽي هيڊ آف مشن فرانس جي ڪائونسليٽ هن نظم جو فرانسسي زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي ۽ سندس فرانسسي زبان ۾ ترتيب ڏنل ڪتاب ۾ ڇپيل آهي.

# هُن جي خوشبو

سڀ سفيد پوش،
هٿين خالي لنگهندا پيا وڃن،
پر خبر نہ آهي هو ڪٿي؟
ڪجھ گل هئا اُن جي هٿ ۾،
ڇيو هئائين هڪ دفعو،
هڪ دفعو تہ مونسان مل،
هڪ دفعو تہ مونکي ڏس،
ملڻ ويل، ڏسڻ وقت،
ڏِپ وچان،
منهنجون بند اکيون کلي نہ سگهيون،
اُن سفيد پوش کي ڏسي نہ سگهيون.
الائجي اڄ ڇا ڇا ياد ڪندي،
ياد اچي ويو هو .... !
ڪي گل هئا اُن جي هٿن ۾،
ڪين ڏنُو اٿم اُن کي،
پر اُن جي خوشبو محسوس ڪري سگهان ٿي،
هر ايندڙ ويندڙ قدمن جي آواز تي،
اکيون مٿي ڪڄن ٿيون،
ممڪن آ،
جنهن گلن جي خوشبوءَ ۾ اُن جي سڃاڻپ آ،
اُن اُهي گل ڦٽي ڪري ڇڏيا هجن،

ممڪن آ،
هو بہ هٿين خالي،
سفيد پوش هجي،
لنگهي ويو هجي منهن جي ڀرمان،
۽ مان اُن کي سُڃاڻي نہ سگهي هجان ها.
ڇو تہ مون وٽ،
اُن جي سڃاڻپ،
اُن جي هٿن ۾ ڀريل،
گلن جي خوشبو آهي.

# هلو تہ گڏجي راڪاس جا پيرا ڪٽون

تتل ڏينهن جي روشني ۾،
سڄي شهر ۾ راڪاس گهمي ويو آ،
حڪم آدر ديون بند ڪريو،
خاموش رهو ڪجھہ نہ ڳالهايو،
ڊنل، لوساڻيل، پيلا، پيلا چهرا،
ٻاهر ڪجھہ آواز، ڪجھہ هڏ ڪيون ڪجھہ آهون،
هي ڪير آهن؟
جن جي اُن راڪاس سان ويڙھہ پئي هلي،
گهن گهرج جو گوڙ متل آ،
ننگ پيا وڄن،
گهاءُ پيا ڦاٽن، رت پيو وهي،
ڪونڌر پيا ڪُسجن، پوتيون پيون لهن،
سڀ وڙهن پيا تون ماٺ آهين ....؟
هيءَ موت جهڙي خاموشي ڇا لاءِ ....؟
هيءَ تہ تنهن جي نصيبن جي جنگ آهي،
جيڪا تون ازل کان وڙهندو آيو آهين،
منهنجا ساجن، هيءَ جنگ تہ تنهن جي تاريخ آ،
همت ڌار،...
نہ ڏس اُنهن ستل بي گانن ماڻهن ڏي،
اُنهن کي فرصت ڪٿان،

تنهن جي ڏکن جي،
منهن جي ڏکن جي،
آهليا گڏجي، چپ چاپ،
هن خاموشيءَ مان،
ٻاهر نڪري وڃون،
آهليا گڏجي،
اُن راڪاس جا پيرا ڪٽون،

# عورت

اُن عورت جي نالي،
جنهن جي سوچ ڏاڍي محدود آ،
هُن گهرجي چوديواريءَ،
کان سواءِ،
نہ ڏٺو آ،
ڪجھ پيو هن جڳ ۾،
ڪجھ بہ نہ سوچيندي آ اُها،
ٿوري ٿوري ڳالھ تي ڪٿبي آ،
پئسن سان ڳنهيل هوندي آ،
يا وري بدي ۾ ڏنل ورتيل،
هوندي آ.
رات جو جڏهن مڙس سان سمهندي آ،
تہ ڪيس اِهو ياد بہ نہ هوندو آ،
انهن پيار ڪندڙ هٿن،
ڪيس سڄو ڏينهن ڪُٽيو آ،
پيار ڀريا لفظ ٻوليندڙ زبان،
سڄو ڏينهن گارين سان وڌيو آ،
ڏاڍو سک محسوس ڪندي آ،
مڙس جي هنج ۾،
اُن عظيم عورت کي منهنجو سلام،
جيڪا ڪجھ بہ نہ ٿي سوچي،

رات جا چار پهر،
سک جون ننڊون تي ڪري.

***

ها. ...!!؟
پر جي تون مونکان پڇين؟
تہ مان توکي ٻڌايان،
اَندر جا حال اوريان،
ڦٽَ اُڪيلي ڏيکاريان،
تنهن جي هنج ۾،
ڪنڌ لاڙي،
سُڏڪا ڀري روئان ...
پر جي تون مونکان پڇين؟
تہ پوءِ مان توکي ٻڌايان ...

# حياءُ شرم

اڄ بہ،
دل جي ڌڪ ڌڪ،
۽ نبض جي رفتار،
تيز ٿي وڃي ٿي،
نعرن جي گونجار ۾،
روح رڙي ٿو،
روح ماندو ٿئي ٿو،
هن نعرن جي گونجار ۾،
يادگيريون آهن،
انهن سين جون،
جن جي قربانين جو،
ثمر هو ڪائين پيا،
ڪائي ٿلها ٿاڀرا ٿي،
محلن ۾ ويهي نوٽ ڳڻين ٿا،
ڪاش انهن کي ڪو،
حيا اچي شرم اچي.
اڄ بہ جي هو سُڌري وڃن،
هن اڀوجهہ قوم تي رحم ڪن،
هي جيڪي رُپئي مان
ساڀا پندرنهن آنا

پنهنجي کيسي ۾ رکن ٿا،
تڪو خرچ ڪن ٿا،
اُهو به سنڌ مٿان نه،
پر ڪاغذن جي لڪائي پڙهائي تي،
هنن بي لڄن، بي شرمن،
تڪو ملھ ڪيو آهي،
سنڌ ۽ سنڌ واسين جو
هي نعرن جي گونجار
انڌو پيا رهن قوم جو
هاڻ ڪٽي مان رکن
شهيدن جي نانو جو
جن جي نعرن پٺيان
هي سڀ ابوجھ
نچي ڪُڏي
ووٽ ڏين ٿا انهن کي

# جسم ۽ ارواح

چو طرف ڦهليل آهي،
اونده انڌوڪار،
مان اڪيلي،
نہ ڪو ساٿي نہ سڄڻ..
روشني تہ پري آ،
اڳتي وڃان، پويان وران؟
فيصلو ڪيم پوئتي ورڻ جو،
ڇو تہ مان اڪيلي،
پنڌ اجگر جيڏو،
پوئتي وريس،
پروري ڪانہ سگهيس،
جسم ڇڻ پنڌ پهڻ،
لڳيم ڇڻ تہ
جسم غدار ٿي بيٺو آ،
ساٿ ڇڏي بيٺو آ،
مونکي ڪل اچي ويئي،
جسم کي چيم،
تون بہ بي همت ٿي وئين،
ياوري مونکي همت ٿو ڏيارين ...؟
اچ پاڻ ٻيئي،
همت ڪري اڳيان وڌون،

مان بي همت نہ آهيان،
ها پر اڪيلي آهيان،
هاڻ تون ۽ منهنجو ارواح،
پاڻ ۾ ساٿ ڏيئي،
هن اونداهي ڪار ڪي لتاڙي !
اُن روشني جي رستي ڏانهن،
پاڻ ٻئي گڏجي
هلندار هنداسين، هلندا رهندا سين.

# ٻپ

هو وينو هو،
چپ چاپ،
هٿن ۾ گل،
اکين ۾ چمڪ،
وجود ۾ ڀريل،
خوشبوءَ جي مهڪار،
مان خاموشيءَ سان وڃي،
کُلهي تہ هٿ رکيو مانس،
هُن اکيون مٿي ڪٽي ڏٺو،
پيار سان گڏ مايوسي ڏٺم،
اُن جي اکين ۾،
پڇيو مانس؟
ايڏو چپ ۽ اُداسي،
۽ وري هٿن ۾ گل،...!
هڪدم منهنجا هٿ،
پنهنجي هٿن ۾ جهلي،
پيار وچان چيائين،
مان ئي آهيان،
تنهن جين انڌهيرين راتين،
اڪيلين واٽن جو،
توکان الڳ، تنهنجو سُپرين،

مان جهٽ ڪري،
پنهنجا هٿ ڇڏايا،
ڏڪندي ڪيس ڇيم،
اهڙيون ڳالهيون چوندي،
ڊپ ڪو نہ تو ٿيندي ...؟

## حيدر بخش جتوئيءَ جي ياد ۾

سائين منهنجا،
دُنيا ڇڏڻ کان ڪجهه وقت اڳ،
ٻُڌي هئي اوهان خوشخبري،
ون يونٽ جو ٽٽڻ،
سنڌ ساري خوشيءَ ۾ مگن،
هر ڪو چئي پيو،
جتوئي سنڌ جي آزادي ڏٺي،
ورهه پاڻ پتوڙيو هئا ئين،
زندگي وهه ڪئي هئائين،
چگو تيو پاڻ ڏٺائين،
سنڌ جي آزادي . . .

***

هڪ ويل شام جو،
آسمان تي ڦهليل،
ڳاڙهي شفق ۾،
سج اُلهڻ وقت مون ڏٺو،
ٻَرَڇ لڳل توهان جي هانوَ تي،
اذيت، درد، لڇڻ ڦٿڪڻ،
منهن ورائي جو ڏٺم،
سنڌ ۽ سنڌواسين کي،

## سوال

توهان جي وڃڻ کان پوءِ،
ساڳيون سنسان راتيون،
سنڌين جو مقدر،
پٿين سان مٿو هڻڻ،
اڃان به وڌيڪ،
ڏاڍ جو ڌهڪاءُ، ظالم جا ظلم...

# ڪڙڪيڙو

چئني طرف گهور انڌيرو،
اک نہ ڏسي اک کي،
هٿ نہ ڏسي هٿ کي،
مان اڪيلي،
وات اڻ سونهي،
هٿ ۾ اٽم،
هڪ ڪڙڪيڙو
اُن جي ننڍڙي روشني ۾،
ڳولهندي ٿي وتان اُنهن کي،
جن مونکي،
هن انڌوڪار ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيو آ،
ڪجهہ وقت ساٿ ڏيئي،
هوجيتا مڙو بہ،
ساٿ ڇڏي ويو،
هاڻ مان اڪيلي،
اُنهن انڌيرن ۾ رُلان پئي،
سوچيان ٿي مان،
هٿين خالي، پريشان ... !!
ڪالهہ بہ مان اڪيلي هئيس،...
اڄ بہ مان اڪيلي آهيان...

# ڪنوٽيون بادل ۽ انڊلٺ

ڪنوٽين کي چيم،
ڏيوم ڪي ڏس ...؟
پرھو،
چمڪاٽ ڏيکاري گم ٿي ويون...
بادلن کي چيم،
ڏيوم ڪي ڏس ...؟
پر ھو بہ،
بوندون برسائي گم ٿي ويا...
انڊلٺ کي چيم،
ڏيم ڪوڏس ...؟
پر ھوءَ بہ،
رنگ روپ ڏيکاري گم ٿي ويئي...
پريشان ٿي
چيم پنھنجي ئي من کي
تون ئي ڏي ڪو ڏس ....؟
من گنڀير ٿي چيو،
محبوبندينءَ منھنجو چيو،
چيم ھائو محبوبنديس ....
مَن آھستگيءَ سان چيو،
ڏک پائي وڃ،
وڃي سنڌوءَ ۾، ٻڏي مر .... !!!

# احسان

مون وٽ ايندين ...؟
مان بہ توسان ملندس ... !
مرڪي جي ڳالهائيندي ؟
تهڪن سان ساٿ ڏيندس ... !
ياد جي ڪندين ... ؟
ياد تهنجيءَ سان،
هيءَ زندگي،
گذاري ڇڏيندس ... !
واعدو جي پاريندين ...؟
وعدن تي مان اعتبار ڪندس ... !
ڏور جي ويندين ... ؟
دُعائن سان توکي ساريندس ... !
وساري جي ڇڏيندين ؟
ميار توکي ڪڏهن بہ نہ ڏيندس ... !
وقت گذرندو،
ڪوڙي جڳ ۾،
ڌڪا کائيندي،
اڪيلو ٿيندي،
راتين جو روئندي،
مرڻ ويل مونکي ساريندي،
احساس ٿيندءِ اُن ويل،
مان ئي تنهن جي حياتي آهيان،
مان ئي تنهنجو موت آهيان.

# ننڍڙي دل

هاءِ هاءِ،
ننڍڙي ننڍڙي دلڙي،
لڪي لڪي،
ليٽا پائي،
ڇُرن ۾ ويهي،
غارون ٿي ٺاهي،
جهرڪيءَ جي اُڏامڻ تي،
پرن جو ڦهڪو ٻڌي،
پتين ۾ منهن لڪائي،
پتر هٽي،
نشان ڇَٽي،
پاڻ ئي پٽي،
گد، گد ٿئي،
تاڙيون وڄائي،
جهمريون پائي،
ويٺي آڪاراندر رچائي.

***

جيئي سنڌ، جيئي سنڌ،
ڇو نہ جيئي، کير پيئي،
نعرو سدائين اهو لڳائي،
سنڌ جيئاريندا سين،

حق وننداسين،
جوش وچان هر دم ورجائي.
مگر وقت اچڻ تي،
سيني کان اڳ ۾،
غارون ڇڏي ڇرون وسائي،
پاڻ کي کوڙو سڏائي،
جڳ جي سچائيءَ جا،
هوءَ ڳڻ تي ڳائي،
هاءِ هاءِ،
ننڍڙي ننڍڙي دلڙي،
لڪي لڪي ليئا پائي،
ڇُرن ۾ ويهي،
غارون تي ٿاهي ....

# سچي پڇي اهو سچ آهي

ڪن ماڻهن سان ملي،
ڪن گهڙين لاءِ،
ڪجهه پلن جي ساٿ ۾،
سڃاڻي نہ سگهبو آهي،
مان سچ ٿي چوان،
چو تہ مان ڄاڻان ٿي،
اڄ جي دور جو انسان،
پنهن جي وجود مٿان،
خولن مٿان خول،
ڍڪيو پيو هلي،
خوشين جا خول،
غمن جا خول،
خوشفهمين جاخول،
اُن ڪري مان سچ ٿي چوان،
اڄ جي دور ۾ ڪنهن کي سڃاڻڻ،
ڏاڍو ڏکيو آ ....
تون جو هڪ دفعو ملڻ کان پوءِ،
منهن جن تعريفن جا ڍُڪ،
پرينديءِ تي وتين،
تون ڇا ڄاڻين؟

مونکي پنهنجو پاڻ سان،
نہ چاهيندي بہ،
قرب ۽ احساس نہ آهي،
تنهنجا تعريف وارا ٻول ٻڌي،
مان حيران آهيان،
سچي، پڇي اهو سچ آهي،
ڇو جو مان،
پنهنجو پاڻ کي،
توکان وڌيڪ سڃاڻان ٿي.

# ڪاروتر

هوءَ آهي،
پنهن جي،
گهروارن لاءِ،
نظرجو،
ڪاروتر ... !!
سچ پچ،
جيڪڏهن هوءَ،
نہ هجي ها،
تہ سڄي گهر کي،
نظر لڳي وڃي ها،
ڇو جو،
هو سڀ سهڻا،
من موهڻا،
هر سهڻي خوبي،
اُنهن ۾ موجود،
هوءَ بي زرر،
بدشڪل، بي ڍنگي،
هر خوبيءَ کان عاري،
سچ پچ،
اُنهن ۾ تهي ڪانہ ٿي،

پر ڇا ڪجي،
هوءَ جيڪڏهن نہ هجي ها،
سڄي گهر کي،
نظر لڳي وڃي ها،
هوءَ آهي،
اُنهن وچ ۾،
نظر جو ڪارو ٽڪ.

# چوٿين مارچ

منهن جي سوچن ۾ آهي،
۽ اڄ بہ موجود آهي،
اُهو دهشت وارو ڏينهن ... !
ظالم جو ظلم ...
ظلم سهڻ وارن جي برداشت، ...!
ڌرتي تپيل باهہ،
عرش ڳاڙهو ڳتور،
هو هٿين خالي جوان،
اڳيان گولين جو وسڪارو،
پويان درياهہ جي دهشت،
هوسپ اسان جا پيارا هئا،
سهڻا ۽ جيءَ جيارا هئا،
زخمن سان، رت سان پريل جسم،
ڪين لڇڪيا، ڪين هٽڪيا،
اُن ويل جو آواز، سچ جو آواز،
حق جو آواز،
اُن آواز جو پڙاڏو،
اڄ بہ گونجي پيو،
اڄ ڪهڙي مارچ کي ڳايان،
سنڌ لاءِ، سنڌ واسين لاءِ،
اڄ بہ هر گهڙي،
هر هڪ پل،
چوٿين مارچ آ.

## هي جوڙو

مون لڪائي رکيو آهي،
سنيالي سانڍهي رکيو آهي،
بوسڪيءَ وارو اُهو جوڙو،
جيڪو چوري ڪيو آمون،
اُن چوري ڪيل بوسڪيءَ جي جوڙي ڪي،
مان جهوني (ڪوڙي)
هر ڳالهه ۾ ڪچ ڪچ ڪرڻ واري،
مان نياڳي، مان ڏائڻ،
جنهن کي گهڻو ڏيئي مارجي،
ها پر مان ڪنهن کي چا ٻڌايان ؟
دل جو حال ڪنهن سان اوريان ؟
تہ مون هي جوڙو،
اُهو بوسڪيءَ جو جوڙو،
مون پنهنجي ڪفن لاءِ،
چورايو آهي، لڪائي رکيو آهي.

***

ڏسڻ لاءِ نظر کپي،
پر ڪير بہ نہ ٿو نظر وجهي،
چو تہ اڄ بہ ڏينهن رات،
اُهو بوسڪيءَ جو چوري ڪيل جوڙو،
ڪفن وانگر، منهن جي وجود ۾،

ويڙهيو پيو آهي،
هن بوسڪيءَ جي ڪپڙي جوڪفن،
اُن ۾ مليل ڏينهن رات جو عذاب،
ڪنهن سان سليان ؟
ڪنهن جي هنج ۾،
ڪنڌ لاڙي سڏڪا ڀري روئان.

# درد

هوءَ ويٺي هئي،
ائين چپ چاپ،
ڄڻ تہ دُنيا ۾ ڪجهہ رهيو ئي نہ آهي،
وقت تيزيءَ سان گذريو پئي،
صبح کان شام، شام کان صبح،
پر اُن لاءِ وقت ڄڻ بيهي رهيو آهي،
خاموش، لاغر جسم، اکين ۾ ويراني،
چپ چاپ، هلي گهمي ڦري،
مون کان سٺو نہ ٿيو،
پرسان ويجي اُن جي ڇهري کي،
هٿ ۾ جهلي پڇيم؟
جبل جهاڳڻ واري، همت واري،
هر ڏک، درد کي، پوئتي ڦٽي ڪري،
اڳتي وڌڻ واري،
ڇو جهري پئي آهين؟
ڪهڙي ويڌن تي آتوسان ؟
هُن اکيون مٿي ڪٽي، درد وچان ڇيو،
خبر اٿئي ننڊ نہ ٿي اچي،
دماغ ۾ پنوائي آ،
دل تہ ڄڻ ڌڙڪڻ ڇڏي ڏنو آ.

سڪون ڇڻ تہ وڃائجي ويو آ،
هن منهنجي ٻانهن ۾ درد آ .
ها جڏهن اُن منهنجي ٻانهن کي جهنجهوڙي،
ڌڪ هڻي ڪڍيو هو،
اُن ڌڪ ۾ اڄ بہ درد آ،
سمجهايو مانس درد آهي،
وقت پٽاندڙ لهي ويندو،
ڇيائين نہ ڪڏهن بہ نہ لهندو . . .
مرڻ گهڙيءَ تائين رهندو،
دل کي ڏکوئيندو . . . .
اکين کي روئاريندو . .
ڪڏهن بہ نہ وسرندو،
ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندو.

## يقين

سانوڻ ۾ جڏهن،
ڪوپڪي پولي ٿو،
سورج مکيءَ جو گل،
سج جي تپش ۾،
کِلي ٿو،
ٻه ڪبوتر جڏهن آڪاس ۾،
اُڏامن ٿا،
ڏينهن رات جي پهرن ۾،
سج، چنڊ تارا،
آڪاس تي اُڀرن ٿا،
هن وشال ڌرتيءَ تي،
هڪ انسان جنم وٺي ٿو،
هڪ ٻيو انسان مري وڃي ٿو،
تڏهن مان سوچيندي آهيان،
سانوڻ ۾ پکي پولي ٿو .... ؟
سج جي تپش ۾ گل کلي ٿو ..؟
ٻه ڪبوتر آڪاس ۾ اُڏامن ٿا...؟
انسان جنم وٺي ٿو...
۽ پوءِ مري به وڃي ٿو ...؟
پر جنم وٺڻ کان وٺي،
مرڻ گهڙيءَ تائين،
مون جهڙن ڪيترن وجودن کي،
شايد نه ...
پر پڪ اٿم ،
ڪجهه به ڪين ملي ٿو ... ؟

# اُڏري وڃان

دل ٿي چوي،
اُڏري وڃان آڪاس ڏي،
ڪي پل،
هن ڌرتيءَ کان،
پري رهان،
ڪي پل پاڻ کي،
اربي چڙيان،
هوائن جي آڌار،
نہ ڏسان،
هيٺ ڌرتيءَ ڏي،
ٻوٽي چڙيان،
پنهنجيون اکيون،
ڪي بہ نہ سوچيان،
ڌرتيءَ جي ڏکن،
غربت ۽ بُک لاءِ،
اُگهاڙن ننگن وجودن لاءِ،
چيچلائي ڏنپ ڏيندڙ انسانن کي،
ماس پٽي رت جاڙڪ،
پريندڙ انسانن کي،
ڪجھ بہ نہ ڏسان،
ڪجھ بہ نہ سوچيان،
ماٺ ماٺ ڪري،
اُڏري وڃان آڪاس ڏي.

# روح جي رُڃ

روح اندر رُڃ
ناهي سڪيو ساهہ
تہ بہ جيئي ٿو جڳ ۾،
ويچارو انسان.

***

وسري ويا وچن،
ٽڙيي ويئي تقدير،
دلين منجهہ گهاءُ،
اکڙين منجهہ اُجاڻ
دکندو رهيو درد،
نيڻن وهي نير،
تنهائيءَ جا قير،
ويڙيچن جاوڊ
ڏکڙن پري دل.

***

روح اندر رُڃ،
ناهي سڪيو ساهہ،
تہ بہ جيئي ٿو جڳ ۾،
ويچارو انسان.

# منڙي

ماني، ماني، ماني،
جيجي ماني ڏي،
پنهن جي منڙي آواز سان،
لُڏندي لَمندي اُن چيو،
هانوَ ۾ وَڍ پئجي ويم،
اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيم،
ڇا جواب ڏيان؟
پنهن جي راڻيءَ کي،
ڪيئن سمجهايان،
پنهن جي منڙيءَ کي،
هي هٿ وڍي ڦٽي ڪيان،
جيڪو تون چوين اُهو
تنهن جي لاءِ ڪريان ...
پر منهن جي منڙي
مونکان ماني نہ گهر ... ؟
هيءَ تنهن جي ڏائڻ جيجي ...؟
توکي ماني ڪيئن کارائي ...؟
هنن هٿن جي پچايل ماني،
(ان هائيجيڪ) بيمارين سان ڀريل،
توکي تڪليف ڏيئي،
اسپتال ۾ تي پهچائي ڇڏي،
هيءَ ڏائڻ جيجي صدقو،
ٿي وڃي تو مٿان...
اُن ڪري منهنجي جي منڙي،
مون کان ماني نہ گهر.

# سڳوءِ ماٽيلو

ڪير آ سڳو...؟
ڪير ٽيندو آ
ماٽيلو..
جڳ ۾..
اسان سيئي،
هڪ ٻئي جا .
سڳا ۽ ماٽيلا،
پنهنجا پرايا،
سڀ ڪجھ آهيون،
ويجها رهي به،
ڏور آهيون،
ڏور رهندي به،
ويجها آهيون،
ڇو ته اسان سڀ،
انسان آهيون.

# شاعر

هي ڪير آ؟
سوال،
پڇڻ مهل،
انيڪ اکيون،
مون ڏي کڄي آيون ...
پر جواب،
نہ مليو
وري پڇيم،
هي ڪير آ...؟
چيو ڪنهن،
آهستگيءَ سان ...
شاعر آ .... !!!
سچ،
لکندي لکندي،
ڪوڙ
جوساڻ،
ڏيئي ويو.

# نہ پڇ

نہ پڇ، نہ پڇ، نہ پڇ ... !
منهنجي درد جي، منهنجي ڏکن جي،
ڳالهہ مون کان نہ پڇ،
ٻُڌائيندي مانءَ تہ حيران ٿي،
مونکان ٿي سوال پڇي وٺندينءَ،
ڇو گذاريئي اهڙي زندگي؟
هن سوال جو جواب مون وٽ ڪونهي ... !
اُن ڪري چوان ٿي،
نہ پڇ، نہ پڇ، نہ پڇ ... !
منهنجي درد جي، منهنجي ڏکن جي،
ڳالهہ مون کان نہ پڇ.

# پڙاڏو

دل چاهي ٿي،
جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي،
اکيون بند ڪري،
رڙيون ڪري،
وڏي آواز سان،
سڏڪا پيري روئان،
منهنجا سڏڪا ۽ آواز،
پڙاڏو ٿي،
واپس موٽي،
مون وٽ اچن،
۽ مان وري اُنهن کي،
ساهہ ۾ سانڍهي
دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾،
لڪائي ڇڏيان، لڪائي ڇڏيان،

# ڏک ۽ پيڙائون

هن دهشت گرديءَ جي ورچڙهيل،
پيءُ، ياءُ ۽ وَرجون،
مائرون، پينرون ۽ زالون،
منهن تي رئو وجهي،
هنجون هاري روئن پيون،
هنن جونءَ دعائون بہ بي اثر؟
موت جي دستڪ،
۽ گهر اندر ايندڙ لاش،
هي جي ريءَ ڪٺيءَ جا موت آهن،
اُنهن جا ڏک، اُنهن جو پيڙائون،
مون پنهنجي اندر ۾،
پنهنجو درد سمجهي،
وجود ۾ اوتي ڇڏيون آهن.

# قبر ۾ گهر

قبر جي اندر،
منهنجو خوبصورت جسم،
ڳرندڙ فنا ٿيندڙ،
مان تہ جيئرو جاڳندو،
سهڻو ڳڀرو جوان هئس...
مان جيئرو جاڳندو وجود،...
ڪلندڙ مهڪندڙ،
هن زمين مٿان هلندڙ گهمندڙ،
منهنجي هن،
سهڻي وجود کي،
ڪهڙي حق سان،
راه ويندي، بي گناهہ،
اي ظالم، اي رهزن،
بم جي ڌماڪي ۾ مونکي ماري،
تو قبر کي منهنجو گهر ٺاهي ڇڏيو.

# التجا

اڄ اڪين ڪان،
دل هڪ واعدو ورتو،
ڏکن جي انتها هجي،
يا وري ذلتن جي گهرائي،
نہ روئجان، نہ روئجان،
اکين حيران ٿي ... !
دل ڪان سوال پڇيو ؟
پهرين پاڻ کي تہ سُڌار،
اي دل ... ؟
پاڻ ڪان بہ تہ ڪي واعدا وٺ،
اي دل ...؟
اکين جو ڪهڙو ڏوهہ ؟
روئا ريندي تہ تون آهين،
اي دل ...؟

# وقت جو فيصلو

تو ۾ مان،
۾ هو سڀ ....
هن چو واٽي تي بيٺل ؟
هيڪل، ويا ڪل،
هڪ بئي ڪان پري،
محبت، پنهنجائپ،
جذبا، احساس،
ڪجهہ بہ تہ،
نہ رهيو آهي،
پوءِ بہ اسان سڀ،
گڏ هنَ چو واٽي تي؟
ڏسون ٿا ڪير ٿو،
هن چوواٽي تان،
هَٽي ڪري،
پنهنجي واٽ مٽائي؟
ٿي سگهي ٿو ؟
هيءَ واٽ مٽائڻ واري
مان ئي هجان .... !!!
سهپ ۾ برداشت جي قوت،
هڪ حدڪان پوءِ جواب بہ تہ،
ڏئي ويندي آهي.

# ڪيولي؏ جو ڏک

ڪيترا سال اڳ،
هڪ ڪيولي؏،
مون کي چڪ هڻي،
زور سان چيو هو،
مان هاڻ،
ڪراچي؏ جي،
رت پريل،
رستن تي،
هلي نہ ٿي سگهان !
توهان بي همت آهيو ... !!
بي لڄا، بي شرم آهيو ... !!
مونکي وٺي هلو،
سڳوري عدالت ۾،
مان سڀن کي ٻڌائيندس تہ،
هي رت وهائڻ وارا،
ڪير آهن ... ؟
توهان بي شرمو ... !!
وڃي ٻڏي مرو ... !!

# ڀور ڀڳو

مان ٻڄندي بہ آهيان،
پنهنجو پاڻ کان،
اُن ڏينهن کان،
مان بي ڍنگهي، بي چئي،
کنهن کي ڪين وڻان،
تي پوندس،
سيڪنهن تي بوج،
بيزار تي سڀ چوندا ... !
هجين ها ڀور ڀڳو ... ؟
ڪُهي حلال ڪري،
ڪائي ڪپائي ڇڏيون ها،
پر ڇا ڪجي،
تي پئي آهين انسان ... !

# وڇوٽي

اڪيلائپ، اڪيلائپ،
توڙي چو طرف،
ماڻهن جا انبوهہ،
هو سيپئي پنهنجو پاڻ ۾،
مان اڪيلي،
اُنهن ۾ پرائي،
وينئي نهاريان،
اُنهن جي شڪلين ۾،
هو پيا هئا،
مان بي هئس،
اُنهن ۾ مون ۾،
هڪ وڇوٽي آ،
جنهن کي مان،
نہ ٽپي ڏاهي سگهان،
جنهن کي هو سيپئي،
نٽيون ڏاهي سگهن.

# منهنجا من

درجي چائنٺ تي،
جُڳن کان مون کي ويهاري،
تون اندر ويئو آن،
ليئو پائي ڏنمر،
من جي اندر،
سُتل تون ننڊ ۾،
اندر ۾ مونجهہ تي تيمر،
منهن جي ڳالهہ تہ ٻڌ،...؟
منهنجا من،
منهنجي من ۾ رهي،
ايڏي ننڊ تہ نہ ڪر،
تڪجي پيئي آهيان،
تنهنجي در جي چائنٺ تي.

# بي رنگ در

کوريئڙن جي چار سان،
پريل،
هن بي رنگ،
پراڻي درکي،
هڪ ڏک سان،
کولڻ چاهين ٿو،
پرايا ٿا،
ڪجهه منهنجي به ته پڌ ...؟
مون هن درکي،
ٻاهران نه،
اندرين پاسي،
کان بند ڪيو آهي.

# جيون جي جوت

ڪرموڙي جنهن وقت،
اُتين تي،
منهنجي ذات،
اَمرت پري هن جيون ۾،
جيون جي جوت پسائي،
تاريڪيءَ کي پوئتي ڌڪين تي،
۽ جڏهن مان،
قدم اڳتي وڌائي،
ڪجهه گهران تي،
تہ مونکي وهہ جو پيالو پياري،
جيئري، مارڻ تي چاهين،

# وڇوڻي

نہ ڄاڻ،
ڇو ايڏي وڇوڻي اٿم،
وجود ۾،
سوچن جو تسسل،
پور، پور،
جيون ٽٽل پکڙيل،
اُجهامي وري ٻري،
هن تخيل ۾ آڳ،
وري بہ تون چوين ٿي،
سڏ پڙا ڏي،
سونهن سوچ،
جهڙن عنصرن منجهان جُڙيل،
هڪڙو وجود،
جنهن منجهان خلوص ۽ ادب،
جو هُڳاءُ اچي ٿو.

# پل جو بار

اُهو پل وڏيڪ اَهم آهي،
جنهن پل ۾،
ڪي موتي جهول ۾ جهلي،
هُن آتش فشان ڪي،
مون اورانگهيو هو،
اُن هڪ پل جو بار ڪٽي،
اورانگهيان پئي هڪ سمنڊ،
پر ياد رکجان ...؟
مان ترڻ نہ ٿي ڄاڻان،
پر ڪو بہ هڪ پل مون ڪي،
هن سمنڊ ۾،
ٻوڙي نہ سگهندو.

# هلندو هل

جهر جهنگ جھاڳي،
هلندو هل،
ڪير آ پنهنجو،
ڪير آ پرايو،
سيني کي پرکيندو،
هلندو هل،
ساٿي ماٺ نہ رهہ،
باهہ جو پنيٺ ٻاريندو،
هلندو هل،
سُج ڏسي،
ٻيهي نہ رهہ بَر ۾،
ڏکيا ڏونگر،
راه اٽانگي،
چالئہ ويهي،
وقت وڃايون،
ڏيئي مان،
ڏيئو ٻاريندو،
هلندو هل.

# سڏ پڙاڏو

مون کي واپس ورڻو آ،
هڪ پل بہ،
مور نہ رهڻو آ،
تي سڏ پڏان،
ڏور پري،
دل وارن جا،
برپٽ، جبل،
وچون طوفان،
ويرون لهرون،
ڪيئن تيون روڪي سگهن،
تي سڏ پڏان،
ڏور پري دل وارن جا.

# جلايل جوت

هن واٽ جو،
ڪو سچاڻو ناهي،
هن سانجهيءَ ۾،
ڪو مانجهي ناهي،
وٺي مان تنهنجو نانءُ،
جلائي آ جوت،
هاپر،
هٿ ڪو اڇٽو ناهي،
هن واٽ ڪان،
ڪو ويڇٽو ناهي،
هجي تو هانءُ،
ڪنهن ڪي وٺان ساڻ،
تون جو اڇٽو ناهين،
۽ منهنجو هٿ،
ڪو سچاڻو ناهي.

# ڪُتيل ڳالهيون

ڳالهيون اسان جو اهڙيون،
جيڪي ڪٽيو وڃن...
سوچون اسان جون اهڙيون،
جيڪي وڪر جو وڃن...
منجهيل من،
روندا روڙي،
ڏونگر ڏاري،
تہ بہ سورا سان ساڻ،
نہ ڪائي منزل،
نہ ڪٿي ڪو ماڳ،
تہ بہ اسان جي جهان ۾،
جاڳ اسان سان ساڻ.

# سياڻي جي لاءِ

تون؟
جنهن ڪڏهن مون کي،
ڏٺو به نه آهي،
جڏهن تون،
هلندي هلندي،
ٿڪجي پئين،
۽،
اڪيلائپ جو احساس،
وجود ۾،
پيدا ٿيندئي،
تڏهن ڪنهن،
گهاٽي وڻ جي،
هيٺان ويهي،
اُن جي سڪل،
ٽاريءَ مان،
ڪوسڪل،
پتو چوندي،
اُن تي،
منهنجو نالو لکي،
هوا جي رخ تي،
اُڏائي ڇڏ جان.

# خواهشون

جيتريون ننڍڙيون،
خواهشون اسان جون،
اوترا ننڍڙا ماڻهو اسين،
جيترا گهڻا غم اسان کي،
اوترا اَرڏا ماڻهو اسين،
لڙڪن کي بہ مرڪ ڏيانيون،
پيار بہ اسان جو،
پور بہ اسان جا،
اسان کي نہ پرک او پاپي
وقت جا واچوڙا آهيون،
ويل وقت جي،
واڳ ورائيندا سين،
اسان چوڏهينءَ جي چڙهيل،
وير آهيون،
اويل يا سويل،
سنڌڙيءَ جي ،
سينڌ سنواريندا سين.

# تخيل جي جنگ

بهارون ايندـيون رهنديون،
گل ٽڙندا رهندا،
ڪنول ڪِلندا رهندا،
ڪيترا ڏيئا ٻرندا،
ڪيترا ڏيئا وسامندا،
پر منهن جي احساس کي،
ماٺ نہ ايندي،
جذبن جو وهڪرو،
وهندو رهندو،
تخيل جي جنگ،
جاري رهندي،
ڇو جو مان،
انسانيت جو عروج،
حقن جي فتح،
ڏسڻ چاهيان ٿي،
مان نئون انقلاب چاهيان ٿي،
ظالم جورت پيئڻ چاهيان ٿي.

# ليئو

تون،
منجهين اکين سان اکيون ملائي،
پُڇين ٿو تہ،
هنن اکين ۾ ڇاٿو نظر اچي؟
مون تنهنجي اکين ۾ ليئو پاتو... !
ڏٺم تہ مان هئس،
وَراڻيم،
هنن اکين ۾ تہ مان آهيان،
تون ٽڙي پئين خوشيءَ وچان،
مان عجب وچان ڏسڻ لڳس..
سوچيم،
اِها تہ ڪا وڏي ڳالهہ تہ نہ آهي،
منهنجي جاءِ تي ٻيو ڪير،
تنهنجين اکين ۾ ليئو پائي ها،
تہ توکي اُهو ئي نظر اچي ها.

# گلن جي ورڪا

گُلن جي مالها پوئي آئي آهيان ....
دردر تي سين کي،
چيو اٿم،
هر ڪنهن وٽ آ انڪار ....
مان هيءَ گلن جي ورڪا،
ڪنهن تي ڪيان؟
سين وٽ انڪار؟
اکين ۾ نفرت بيشمار،
هت سيڪو،
پنهنجي ڪاڻ جيئي ٿو،
مطلب ڪاڻ،
زندگيون ڪسي ٿو،
جذبن جي سچائي،
ڪوبہ نہ ٿو ڄاڻي،
هاڻ ڪو مونکي ٻڌاءِ،
مان هيءَ گلن جي ورڪا،
ڪنهن تي ڪيان؟

# ڪاش

ڪي گهڙيون،
جن کي هوند،
ڏُکي ڏُکي،
پڪڙي ونجي،
نہ وڃڻ ڏجي،
اُنهن گهڙين کي،
جيڪي ڪي پل،
خوش ڪري،
دل وندرائي،
هليون ٿيون وڃن،
ڪاش،
ائين ٿي پوي،
اُنهن کي،
روڪي ڇڏجي.

# گلستان

هن گلستان ۾
سهڻن پوڻن ۾،
هي رنگ بہ رنگي،
خوشبو وارا، سهڻا،
هي گلن جا جُهڳٽا،
اڌ ٽڙيل،
اڌ مرجهايل،
ڪنهن سان بہ،
شڪايت ڪين ڪندا ...
چپ چاپ، هي سڀ،
مرجهائجي ويندا،
هر ٽاري مان،
پن پن ٽي ڇڻي ويندا،
مٽيءَ سان ملي،
مٽي ٿي ويندا،
اُن مٽيءَ مان پيهر،
ڪنهن وڻ جي ٽاريءَ تي،
هن گلستان ۾،
وري ٽڙي پوندا،
هيءَ گلن جا جهڳٽا،
اڌ مرجهايل، اڌ ٽڙيل.

## درپن

هن هيڏي وڏي،
جڳ ۾،
تو پيار ڪيو آ؟
ها،
ڪنهن سان؟
پنهنجو پاڻ سان ...
هن هيڏي وڏي،
جڳ ۾ ،
تو نفرت ڪئي آ؟
ها،
ڪنهن کان ....؟
پنهنجو پاڻ کان ...

# تارون وڏي تک

تي سگهي تو؟
هيءَ دُنيا منهنجو خواب هجي...
تي سگهي تو؟
هيءَ دُنيا تنهنجو خواب هجي ...
جت پاڻ سڀ،
سڙي پڄري،
ماٺ ماٺ ڪري،
ڪنهن کي ڪين ڪجهه ٻڌائي،
هليا ويندا سين،
جيئن ٻيا وڃن پيا.

# وراڻيون

گذريل ڪي يادون،
جي وساريان پر نہ وسرن،
منجهيل من،
ماضيءَ جي پولارن ۾،
ويراڳين وانگر رُلي،
مگر هاءِ،
ڪٿ بہ چين نہ ماڻي،
ڪڏهن پاڻ روئي،
ڪڏهن وري مونکي روئاري.

# ابليس

هر قدم تي مليا،
ڪيترائي خدا،
سدا سهڻا،
ڳالهيون مٺيون،
سوچون اعليٰ،
پر،
اوچتوئي اوچتو،
ظاهر ٿيو پوي،
اُنهن جي،
اندر جو ابليس.

# ڪارو ڪانگ

ڪارو ڪانگ،
ٻولي ويٺو،
هرو ڀرو،
ٻولي ويٺو،
چاڙ اٿس،
واٿهڙو واٽ مٿائي ويا،
تہ بہ ٻولي ويٺو،
ڇو تہ،
ٻولڻ ڪان سواءِ،
اچيس ڪجھ بہ ڪين.

# لاش

ٺهڪ گهنجي ويا،
لڙڪ لڙي آيا،
اندر جي آنڌ مانڌ،
وڌي ويئي،
جڏهن ٻڌم،
تنهن جي گهر جي ٻاهران،
گند جي ڍير مان،
مليو آ،
ابهم ٻارجو لاش.

# ماهه

ڏنگيو،
منهن جي،
ڏات کي
ڇليو،
منهنجو ماهه،
پر اثر جيستائين،
نڙيءَ،
منجهه ساهه،
نہ مچيندس،
اوهان جي ڳالهه.

# ديپ

وهامي ويئي هئي،
ويل،
هٿ ڇڏائي،
تنهنجو ويڇڻ جي،
موٽي،
وري نہ اچڻ جي،
تنهن ڪري،
چائنث تنهنجي،
چمي،
وسايا مون دل جا،
ديپ.

# اٽاٽ

پري پنڌ،
جاڏي تاڏي،
واسِينگ واٽ،
ينيٺ مَتا باهہ جا،
ڪيئي پيا ڪاٺ،
آهي،
اڄ اَٽاٽ،
ڏهڪائيندڙ ڏيهہ ۾،
جوڪري،
حق جي بات،

# پاڪرن ۾

تون چوين ٿو،
ڌرتيءَ تي پير رکي،
آسمان کي،
پاڪرن ۾ پري ڏي،
پر،
بي سمجھ،
تون نہ ٿو ڄاڻين،
مان آڪاس تي رهي،
ڌرتيءَ کي،
پاڪرن ۾،
پريو آ.

# سنگنڌ

ڪي نوان،
گيت سوچيان ٿي،
ڪي نوان،
احساس ساريان ٿي،
سُگنڌ ڪي،
پنهنجي وجود ۾،
سرچايان ٿي،
مان بہ سياڻن ۾،
چري ٿيڻ،
چاهيان ٿي.

# فسانہ

زندگيءَ ۾،
جڏهن بہ،
دل کولي کليس،
تڏهن تون،
ياد آئينءَ،
تنهنجون ڳالهيون،
تنهنجا فسانہ،
ياد آيا.

# پور

ننڍڙا ننڍڙا ماڻھو،
جن جون،
وڏيون، وڏيون،
ڳالهيون،
کلندي گذارين،
کنهن کي،
ٻہ نہ ٻڌائين،
پنهنجا سور،
نہ ڪير سڃاڻي،
نہ ڪير پرکي،
اُنهن جا پور.

# گھاءُ

منهنجو گھاءُ بہ،
تون،
جھڙو گھرو،
تون،
تہ مونکي سُڃاڻ،
تون بہ تہ،
مون وانگر،
جاڳين پيو،
پوءِ ڇالئہ،
نهارين ايڏو ڏور،

# موت

رات جي پوئين،
پهر ۾،
جڏهن پکي،
ٻوليندا آهن،
۽ ٻئي پاسي،
ڳاڙهي شفق،
اُڀرندي آهي،
تڏهن امن جو،
موت ٿيندو آ.

# آواز

دل چاهي ٿي،
ازل جا آواز،
گيتن جي گونجار ۾،
دل اندر ۾،
پيهي وڃن،
۽ مان،
صدين تائين،
ايئين ويٺي رهان،
اک ڇنڀ بنا.

# سپنا

کنهن چيو...
چري،
سپنا ڏسڻ گھرجن،
جيون،
جو وڏو سهارو،
هوندا آهن،
هي سپنا،...
پر منهنجي،
وس کان،
ٻاهر آهن،
هي منهنجا نيڻ،
نہ ڪڏهن ٿا ٻوٽجن،
نہ ئي وري ٿا ننڊ ڪن.

# اڻ تيٽي

تون شايد يقين نہ ڪرين،
مون ڏٺو آ...
ستارن کي،
ٽاڪ منجهند جو،
آڪاس تي چمڪندي،
تون شايد يقين نہ ڪرين،
مون ڏٺو آ،
سج کي،
اوير ۾ اُلهندي،
اُلهندي کان اُڀرندي.

# وِهه جو پيالو

توکي حيرت آ،
وه جو پريل پيالو،
پيئڻ کان پوءِ،
بہ موت نہ آيو،
مون وٽ ،
تون ڇا ڄاڻين؟
اڻ ڄاڻ آهين اجان،
جيسيتائين،
مونکي ،
ذهني موت نہ ملندو،
مان ڪڏهن بہ،
مرندس ڪانہ.

# انت

ڪڪر جي پرجي،
ايندا آهن،
وسڻ ڪاڻ،
اُنهن ڪڪرن،
جي ڪارائڻ ۾،
ڪنوڻ جي چمڪ،
شاعر جي ذات،
جذبن ۽ احساسن،
جو اڻ ڏٺو،
اڻ وٽندڙ،
اڻ سهندڙ
انت هوندو آهي.

# چري

سياڻو کي چريو؟
ڪنهن ويل،
ڪلي،
تہ ڪنهن ويل،
روئي،
سچ پچ،
صفا مون جهڙو ... !!
مان بہ،
ڪنهن ويل،
ڪلان ٿي،
ڪنهن ويل،
روئان ٿي،
آهيان نہ صفا چري ..

# قلم ۾ اڌ

هڪ مڪمل ڪهاڻي ...!
جيڪا ڏنم، پڙهيم،
هڪ اڻ ڇاتل احساس،
محسوس ڪيم،
اڪين ئي اڪين ۾ ڪنهن ڇيو،
هن جو عنوان ...
توکي لکڻو آهي ...؟
مان ڏپ وچان،
هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو
ڏڪندڙ هٿن سان
قلم ۾ اڌ ڪري ... !
اُن مڪمل ڪهاڻي ،
جي مٿان رکي ڇڏيم.

# دفن

ڪي پل چونڊي،
اُنھن کي جھول ۾ جھلي،
ڪنڊا اُنھن جا،
ھٿن سان ھٽائي،
محبت جي سوئيءَ سان،
اُنھن پلن کي پوئي،
ويٺي آھيان ...
ھاڻ انتظار اٿم،
اُن ھڪ پل جو،
جنھن ۾ ھي سڀ پل،
مونکي من اندر،
دفن ڪرڻا آھن.

# جذبا

مان پنهنجو پاڻ کي...
ڳولهيو آ...
مان پنهنجو پاڻ کي ...
وڃايو آ،
اندر ۾ وهندڙ
جذبن کي،
ٻڪن سان روڪي،
وڃين مان،
وهائيو آ.

# ديوار

وارياسي مٿيءَ تي،
هلندي هلندي،
مون محسوس ڪيو،
مان پاڻ به ته،
واريءَ جي ٿهيل،
ديوار آهيان ...؟
هيرن وانگر،
چمڪندڙ ديوار ...
جنهن کي هوا جو،
هڪ ئي جهوٽو
ذرا ذرا ڪري
وکيري ڇڏيندو

# جهول

مون ڏي تہ ڏس؟
منھنجي جھوليءَ ۾،
سڀ ڪجھہ آهي ...
پنھنجائپ، پيار، احساس،
مان ڪنيو پئي وتان،
تنھنجي لاءِ،
انيڪ خوشيون، راحتون،
پر ...؟
تنھنجي جھولي ...
نہ ڄاڻ منھنجي لاءِ،
ڇو خالي آهي؟

# اڌ مغزي

چون ٿا سڀ،
مان ئي پاڳل آهيان ...!
منهنجي ئي ڪل ٽڙيل آ ...
چو ته،
هو جيڪي ڏين ٿا زخم،
مان اُنهن زخمن کي،
گل ڪري،
چو نه ٿي سمجهان ...؟
مان ئي اڌ مغزي آهيان ...
هنن جي ڏکن،
ڏنين ۽ عذابن کي،
وساري چو نه ٿي ڇڏيان .؟

# شيطان

مان ڇيو مانس ...
مان انسان آهيان ...؟
جواب مليو،
انسانن جهڙي خصلت،
تو ۾ نہ آ ...؟
پوءِ مان ڇا آهيان؟
شيطان جو ٻيو روپ ... !
ڪلي ڇيو مانس .
هاڻ ڏج مونکان،
ڇو تہ شيطان،
پاڻ سان گڏ،
نانگ بلائون،
ازدها ڪٽي هلندو آهي،

# پوست

گهٽيءَ گهٽيءَ،
چونڪ، چونڪ،
ماڻهو پاڇي وانگر،
اڻ ڇاتل خوف ...
مايوسيون ۽ حراس،
پنهنجا تابوت پاڻ کنيو !
هلندا پيا وڃن،
هر ايندڙ ڏينهن...
ڪالهوڪي ڏينهن وانگر اُلهي ٿو،
هر رات،
گذريل رات وانگر اونداهي آهي.

# گولي

گولي، گولي، گولي...
هٿيارن منجهان،
نڪتل هيءَ گولي ...؟
اُن تي نالو،
لکجي ويندو آهي،
جيڪي سوچين ٿا،
جيڪي لوچين ٿا،
علم وارا، ڏاها، سهڻا،
قلم جي حرمت سمجهڻ وارا...
سوليءَ تي بہ سچ چوڻ وارا،
بس اُنهن لاءِ گولي تيار آهي،

# جيون

منهنجو جيون ...؟
رُج ۾ ڪوئل ...
منهنجا جذبا ...؟
گهايل گهايل ...
منهنجي سوچ ؟
ليڙون ليڙون ...
منهنجون واٽون ...؟
اڪيلون، اڪيلون ...
منهنجو مقدر ....؟
پٿين سان متو هٿڻ ...

# گم

روز صبح جو،
ننڊ مان اُٿي،
رات جو سمهڻ تائين ...
جيڪو ڪجهہ،
دُنيا وارا،
جهول منهنجي ۾،
وجهندا آهن،
مان پنهنجي،
ير پاسي ۾ رکي،
اُن کي وساري،
دل اندر دفن ڪري،
هن دُنيا جي وهنوار ۾،
گم ٿي ويندي آهيان ...

# رُني آهيان

ويٺي، ويٺي،
رُني آهيان،
اوچگارون ڏيندي،
پنهنجا ڳوڙها،
پاڻ اُگهيا اٿم،
صرف اِهو سوچي،
مان مري ويندس ... !
منهنجي مٿان....
ڪير به روئڻ وارو نه هوندو؟
اِهو سوچي،
مان مري ويئي آهيان،
پوءِ پنهنجي لاش مٿان،
گهڻو رُني آهيان.

# چري

سياڻو ڪي چريو ..؟
ڪنهن ويل ڪلي ...
ڪنهن ويل روئي ...
سچ پچ،
صفا مون جهڙو...؟
مان بہ ڪنهن ويل،
کلان ٿي ....
ڪنهن ويل روئان ٿي،
آهيان نہ صفا چري؟

# ڏرتي

ڏرتيءَ تي،
پاڻ اوچو ڪري،
پهن پر بيٺس ...
ڏاڍو مان هيم ،
وڏي هستي،
سمجهيم پاڻ کي،
تان جو،
خبر نہ پئي،
ڏرتي پيرن هيٺان،
نڪري ويئي ....

# سھٽو

ماٺھو چون ٿا ...؟
تون ڪاٺو آن ....
تون ٻوڙو آن .....
تون گونگو آن....
تون لولو آن .....
پر ڪو مون کان پڇي؟
تون ڪيڏو
سھٽو آن ...

# گهر

تون نہ گهبراءِ،
منهنجا ساٿي
رات ٿي ويئي آتہ ڇا ...؟
اڄ تہ،
هٿ هٿ ۾ ڏيئي،
گڏجي هلون،
ڀانيان ٿي،
هت ڪٿ هوندو ...؟
تنهنجو گهر ....؟
منهنجو گهر....؟

# سالن جي ڳٽپ

هي سال بہ گذري ويو....؟
گذاريل سالن وانگر ...
سُکن سان سجايل،
دردن سان ڀريل،
هر سال،
ائين ئي گذري ويندو آ...
ها پر هنن سالن جي وچ ۾...؟
ايندڙ وقت ۾ ...
اُها تاريخ ڪهڙي هوندي ...؟
جو مان نہ هوندس...؟
۽ هنن سالن جي ڳٽپ،
مان ڪين ڪندس...

# منزل

تنهنجيون ڳالهيون، ڳجهہ جون،
آءُ ڪليل ڪتاب وانگر،
منهنجو چنڊ چمڪي ڌرتيءَ تي،
تون ڪرين عرش جون ڳالهيون ..
منهنجي سيراندي،
ميڙو مٽل آ،
ڌرتيءَ جي ڏُکن جو،
تون ڪرين ڳالهيون،
دُنيا جي فسانن جون ...
منهنجي دل جي وستيءَ ۾،
آهي تنهنجي جاءِ تنگ ...
سڄڻ مونکات ڏوروچ ...
مان نہ آهيان تنهنجي منزل.

# رُتُ

مان ڪيئن،
توکي،
سک جون
لوليون ڏيان ...؟
مان ڪيئن توکي
پريت جا
گيت ٻڌايان ...؟
چو تہ مان،
ڄاڻان ٿي،
تنهنجو سياڻي،
رت سان،
پريل آهي ... !

# نفرت

اچ؟
وٺ، پيءُ،
هيءَ مَٽِ،
هن مَٽِ ۾ مون،
نفرت،
ڀري آهي،
مان چاهيان ٿي،
اِها نفرت،
تنهنجي،
رڳ رڳ مان،
ڦاٽي نڪري.

# جاڳ

منهنجا منڙا،
تون سمهي پوءُ،
جاڳ کي جا ڳائي،
ڪوتہ ايندو لاڳاپا لاهي ...
تن من تن لاءِ وڃاءِ،
منهنجا منڙا تون نہ گهٻراءِ،
آهليا تون،
منهنجي هنج ۾،
پنهنجو مُهڙو لڪاءِ ...

# گُناهہ

ڏور ڪيڏو بہ ڏور،
ڪير بہ نہ ٿو وڃي سگهي،
هت هٿ ٻڌل ...
پيرن ۾ زنجيرون،
زبان تي قلفَ،
هِت ڏسڻ جي موڪل آ،
هِت ٻڌڻ جي موڪل آ،
هَا پر ...؟
هِت هلڻ گناهہ آ،
هِت ڪڇڻ گناهہ آ،
هت مِرڻ ثواب آ ...
جيئڻ گناهہ آ ...،

# آکيون

جڏهن اکيون کليل هونديون آهن،
نظر ايندو آ اندهيرو . . .
جڏهن اکيون بند هونديون آهن،
نظر ايندي آ روشني . . .
بس هي اکيون عادي آهن،
بند اکين سان سپنا ڏسڻ جون،
اُهي سپنا،
جي ڪڏهن به ساڀيان نہ ٿيندا،
چو تہ،
کليل اکين سان روشني ڏسڻ،
روشنيءَ پٺيان هلڻ،
عادت نہ رهي آ،
بس اکيون بند ڪري،
ويهڻ، بربادي ۽ ڏانهن وڃڻ،
خوش فهمين ۾ رهڻ،
اِها عادت متجي نہ ٿي سگهجي.

## پوسٽ

گهٽيءَ، گهٽيءَ ۾،
چونڪ، چونڪ تي،
ماڻهو پاڇي وانگر ...؟
اڻ ڄاتل خوف،
مايوسين ۽ حراس،
پنهنجا تابوت پاڻ کنيو،
هلندا پيا وڃن ....؟
هر ايندڙ ڏينهن،
ڪالهوڪي ڏينهن وانگر اُلهي ٿو،
هر رات ... !
گذريل رات وانگر اونداهي آ.

# پيرا

سڀ سيوئي احوال،
سلج تن سين ...
پرکيئن پهچنديءَ تَن ڏي ...؟
ڪَيئن سلينديءَ، پنهنجا سور ...؟
ٻيون واٽون ڪين ڳولهه ...
اٿئي هڪ ئي واٽ،
جنهن واٽ جو هو راهي آ ...
تون به وٺ اُها واٽ...
قدم، قدم سان ملائي،
ٿي اُنهن جي ساٿي ...
پيرا ڪٽندي هلندي وڃ،
دُعا آهي منهنجي،
اوجيڏل،
هوا نه لڳي طوفان نه اچن،
اُنهن جا پيرا ميسار جي نه وڃن .

# ڪلڻ واري

اوڪلڻ واري ... !
ايڏو تہ ڪل،
چو تہ ...
هڪ چٽو نہ،
پر ڪيترائي چون ٿا،
تون ڪلين ٿي،
اُنهن ڪاڻ ... !
تنهنجا ٽهڪ،
آڳ لڳائين ٿا،
اُنهن جي لڳن ۾،
هو سوچين ٿا،
تون اُنهن کي ملي وڃين،
هڪ واري،
ڪجھ گھڙيون،
گذ رهي وڃين...

# ڳهيلي

جڳ جي توٽين ٽنين سان،
ٽڪرائي ٽڪرائي،
مري ويندينءَ ڳهيلي ...
جڳ تہ آهي پياري،
هماليہ مثل ...
پٿرن کان نہ گھر پيار ...؟
اُهي پڙاڏا ملندءِ واپس ...
جن ۾ آهي تنهنجي پڪار.

## ديس

هن جڳ ۾ توکي،
ڳولهيان ...
ڪهڙو آهي،
تنهنجو ديس،
هيءَ ڏکايل دل ...
تنهنجي واٽ نهاري،
ڪِنجهندي، جُهرندي،
منهن جو من،
جڳ کان ٿيو آتنگ...
ڪاگهڙي تہ مون وٽ آ ...؟
منهنجو رت رنگوا ٿئي ويس،
ڪينجهر جي ڪنڌي تي
آهي منهنجو ديس ...

# بي معنيٰ سوچون

كوكليون،
بي معنيٰ سوچون،
جن جي پرواز،
ايڏي تہ مٿائين آ،
جي هوڪري پون،
تہ پاش، پاش،
ٿي وڃن.

# منزل سات نتي ڏي

ساٿ نہ تي ڏئي،
مونکي منهنجي منزل،
اُن ڪري جو،
هلي آهيان،
مان،
اُنهن منزلن تي،
تنها ۽ پريشان.

# کھڙن گناھن جي سزا ملي آ

منھنجيون وحشتون،
وتي ويون،
اُن حدتائين،
جو ساھ،
سُڪي ويم،
بي اختيار سوچيم،
کھڙن گناھن جي،
ملي آ مونکي سزا.

# هي ڪير آ...؟

هي ڪير آ...؟
جو اونداهيءَ جي اڏاوت ڪي،
اُڏوهيءَ وانگر،
ڪائي رهيو آ...
چون ٿا،
هي سڀ،
هوڏوهي آ ...؟
ديس دروهي آ...؟

# اڪيلو جيون

جيون منهنجو
توکان سواءِ،
اڪيلو،
اڄ تہ سهي ...؟
پڇي هي بند،
پور پور ڪيون،
ڏونگر،
ڏاري وجهون.

# فيصلو ڪير ڪندو...؟

تنهن جي پرسان...
تووٽ...
جو ڪجهہ بہ آهي...
اُن تي تنهنجو
ڪيترو حق آ...؟
اُن جو فيصلو...
ڪير ڪندو...؟

# ويچارو انسان •••

هر ڪو انسان ..
ڪنيو ٿو وتي،
پاڻ ساڻ،
غمن، پريشانين،
جو هڪ جهنم،
تہ بہ وڏا وات،
ڦاڙي،
ٿهڪ ٿو ڏئي،
ويچارو انسان...

# امن جو موت

رات جي پوئين،
پهر ۾،
جڏهن پکي،
ٻوليندا آهن،
ءِ ٻئي پاسي،
ڳاڙهي شفق،
اُڀرندي آ،
اُن ويل،
امن جو موت،
ٿيندو آ...

# مان تماشائي

ڦٽڪي ڦٽڪي،
هيڪل ويهي،
رات گذاري،
پيچ پنيءَ،
کان پوءِ،
بيڪ جيئدان جي،
ڪائنات ساڪت،
مان تماشائي.

# دل ضد تي آ

کيئن ڪريان ....؟
مان ڇا ڪريان ...؟
دل...
ضد تي آ.
پري ھيءَ بندوق
مان،
توکي هٽان....
ءِ مون دل کي،
زنجيرن ۾،
قابو ڪيو آ.

# ڪير آ تنهنجو...؟

هن سنسار ۾،
سارين ٿي،
ڪنهن کي...؟
ڳولهين ٿي،
ڪنهن کي...؟
ڪير آ؟
تنهنجو،
پهرين اِهو راز،
تہ سَل.

## پڌو اٿم

پڌو اٿم،
هر انسان مرندو ناهي،
زندگي بہ،
هر ڪنهن وٽ،
ايندي ناهي.

## ٿهي ويندا فسانہ

ڪنهن کي بہ نہ پڌائندم،
تہ بہ ٿهي ويندا،
ڪيترائي فسانہ،
هن جڳ ۾.

## جيئڻ وارن کان پڇو؟

جيون جو احوال،
جيئڻ وارن کان پڇو؟
جلائي پاڻ کي،
رک بہ چڏي آ،
جن اُڏائي ...

## پاش، پاش

کوکليون،
بي معنيٰ سوچون،
جن جي پرواز،
ايڏي تہ مٿاهين آ،
جي هو ڪري پون،
تہ پاش، پاش،
ٿي وڃن.

## موت بہ آناياب

مونکي ناهي،
کنهن تي اعتبار،
جڏهن پيم خبر،
زندگيءَ سان گڏ،
موت بہ آناياب،

## هرپل تنهائيءَ ۾

تو،
سامهون اچ،
يانہ اچ،
اسان،
هريل آهيون،
تنهائيءَ ۾.

## ڪوئل نہ ڪوڪ

ڪوئل،
ايترو نہ ڪوڪ،
ڏکن ۾ پريل آهي،
منهنجي ديس،
وارن جي دل.

## عبادتن جون ڳالهيون

عبادتن جون ڳالهيون،
مون سان نہ ڪر،
مان آهيان،
مانوس،
هن ڌرتيءَ جي،
انسانن سان.

## جوت جيارتون

وٺ جلائي مون،
جوت جيارتون
آئي آ،
رات،
اُماوس جي،

## اُداس ماحول

هن ويران شهر جي،
اُداس ماحول ۾،
آيو آهين ....؟
تہ هاڻ،
ويھ جي ڳالھ نہ ڪر.

## اجان نہ تتي!

نهائين
اجان نہ تتي...؟
هيءَ پرولي
ڪنهن نہ سلي ...؟

## ڪوڳائي وينو

ڪي گيت اڌورا،
ايڏو ڏاڍيان،
ڪوڳائي وينو،
چپ چاپ،
روئي وينو.

## رک

جيون جو احوال،
جيئڻ وارن کان پڇو،
جلائي پاڻ کي،
رک بہ چڏي آ،
جن اُڏائي.

## سواءِ تنهنجي

چوڏهينءَ جي،
چانداڻ ۾،
نهاريم چو طرف،
`ڪجهہ بہ،
نظر نہ آيو،
سواءِ تنهنجي.

## پيرن اُگھاڙي

جڏهن زندگي،
پيرن اُگھاڙي،
درتي آئي،
عجيب لطف،
محسوس ٿيو،
وري ياد،
تنهنجي آئي.

## ڪوئل ايڏو نہ ڪوڪ

روح،
رجهي ٿو،
من،
آماندو،
ڪوئل تون،
ايڏو نہ ڪوڪ.

## سُڪل پن جهڙي اُڪير

انڊر،
جي اُڪير،
سُڪل،
پن وانگر،
هواساڻ،
هر هنڌ رُلي.

## جلندڙ جيون

پرندڙ ڪاٺيون،
رڪ ٿي،
هواساڻ،
اُڏامي ويندينون،
پرهي،
جلندڙ جيون،
ڪڏهن به،
رڪ نہ ٿيندو.

## من ۾ نہ ڳولھہ

من ۾ نہ ڳولھہ،
جن کي،
مون سانڍيو آ . . .
ساھہ ۾ . . .

## جلي ڪيسين جوت

رتي ناھہ،
رَت جي،
جلي،
ڪيسين جُوت . . . ؟
ھڪ اڻ ھوند . . .
مٿان وري،
بي ضميرن جي موٽ،

## مون جهڙي رات

اند هيري رات،
مون جهڙي رات،
هن وٽ،
پين جي رازن،
کان سواءِ،
ڪجهہ بہ نہ آهي.

## ڪلندا لنگهي ويندا سين

اڄ؟
ڪير بہ نہ ڏسندو،
اسان ڪلندا،
لنگهي ويندا سين،
هنن ڪنڊن مٿان.

## هيءَ ڏرتي

هيءَ ڏرتي،
ٽاڪ منجهند جو،
ٽامڻي وانگر جلي،
پنهنجي،
اندر جي باهه،
بس ائين ئي،
ٻاهر ٿي ڪڍي.

## لاشا سڀ ڄاتل سُڃاتل

هن جڳ ۾،
لاشا سڀ،
ڄاتل سُڃاتل،
جيئرا ماڻهو،
سڀ اجنبي،
اڻ ڄاتل.

## اونداهي

اونداهيءَ ۾،
هڪ ڏيئڙي،
پنهنجي روشنيءَ سان،
اونداهيءَ کي،
اجان وڏيڪ،
تاريڪ بڻائي ڇڏيو آ.

## شرمسار نہ ٿي

جي ڏوران،
توکي گهائي ويا،
اُنهن کي،
ويجهو ڏسي،
تون ايڏو،
شرمسار نہ ٿي.

## ڀِٽن جهڙا ماڻهو

ڀِٽن جهڙا ماڻهو،
گلن جي،
ڏک سان،
مري ويا.

## اهي قبرون

اُهي قبرون ...؟
جن تي،
ڪوبہ نالو نہ آهي ...؟
اُهي سڀ،
منهنجون آهن.

## منزل جي ڳولا

منهنجو پاڇو؟
تنهن کي ڇا سمجهايان؟
مون کي ڇڏي،
وڃي پيو ڏور،
منزل جي ڳولا ۾.

## موهن جو دڙو

مان،
موهن جي دڙي،
جوکوهہ،
هر آيل،
ڏول پري،
هٿن کي ڏوئي ... !!

## اها ڪل ناهي

مون
پنهنجي جهول ۾،
جڳ ڪان لڪائي،
ڪي آندو آ...؟
پر ڪنهن لاءِ...؟
اها ڪل ناهي ... !

## پٽر پيئي چونديان

تون ...
مڏر آلاپ،
پيو پڏين،
۽ مان،
ڏرتيءَ تان،
پٽر پيئي چونديان.

## هي آواز

پهتو پل ۾،
مون وٽ،
هي آواز،
چري اڏ مغزي،
جيئڻ آ،
تنهنجو جنجال.

## ايڏو وير نہ رک

مان،
تنهنجو عڪس،
پنهنجي،
عڪس سان،
ايڏو،
وير نہ رک.

## ڪاش

ڪاش
تون انڌو هجين ها،
۽ مان،
گونگو،
هڪ ٻئي جا عيب،
ڍڪي ڇڏيون ها.

## يقين نہ آ

من،
جي ڳالهہ تي يقين نہ آ،
تڏهن تہ،
من اندر وهندڙ درياهہ ۾،
ڪڏهن بہ ڪو،
ڪنارو نہ آيو،

## وچن

وچن ڪيم،
پاڻ سان،
ڪنڌ تي،
جي اچي ڪات،
تہ بہ ڪنداسين،
پرپات.

## مون نہ ڏٺو آ...

تو...
تہ ڏٺو هوندو؟
جنهن کي مون نہ ڏٺو آ...
سندس نيڻن ۾،
اُهو ڪجھہ آهي؟
جنهن جي،
هن دُنيا ۾ کوٽ آهي .

## اک لڳي ويئي

انتظار ڪندي،
اک لڳي ويئي،
اُن هڪ پل،
ڪسي ورتي،
مون کان آزادي ... !

## ڏکويل ذات

مينهو ڳيءَ جي مند،
چوڏهين جي چانڊوڪي،
تنهن ۾،
جاڳي، جلي ويئي،
منهن جي،
ڏکويل ذات.

## سيپ پل دفن ڪرڻا آهن

ڪي پل چوندي،
جهول ۾ جهلي،
ويٺي آهيان،
انتظار اٿم،
اُن پل جو،
جنهن ۾ هي سيپ پل،
مون ڪي دفن ڪرڻا آهن.

## وٿي ۾ رت پيرڻو آهي

منهنجا ٻچڙا...
تون ضد نہ ڪر،
هن وٿي ۾،
چنڊ ڪي نہ ڏس،
چو تہ،
سياڻي توکي،
هن وٿي ۾،
رت پيرڻو آهي.

## پريت پنهنجي سرهي سرهي

ٽڙي آ،
رتن جوت،
پريت پنهنجي،
سرهي سرهي،
ڪي پل،
پيار ڪري،
وساريون،
پنهنجا سور.

## حساب ڪتاب

نہ ڄاڻ،
ڏينهن رات ۾ گذاريل،
هي وقت،
حساب ڪتاب،
اسان کان گهري ٿو،
۽ ڇو ٿو گهري؟

## انسان ٿي رهه

جنهن زندگيءَ کي،
تو بڻايو هو زندگي،
اُت تون،
فرشتو نه،
انسان ٿي رهه،

## موت

رتي ناهي،
رت جي،
جلي،
ڪيئن جوت؟
هڪ اڻ هوند ...
مٿان وري،
بي ضميرن،
جي موت.

## بندوق مونکي ڏي

اِها بندوق،
مونکي ڏي،
ڪمزور، هيڻا، بزدل،
ڏٺو آ مون،
تنهنجي هٿن ڪي،
ڏڪندي.

## اڪيلو جيون

جيون منهنجو
توڪان سواءِ اڪيلو.
اڄ تہ سهي،
پڇي هي بند،
پورا ڪيون،
ڏونگر ڏاري وڃون.

## گهرا گهرا نيڻ

گهرا گهرا نيڻ،
گهوري گهاءُ ڏيڻ،
وار نيڻ،
ائين وسن،
ڄڻ سانوڻ،
سندا مينهن.

## گهاءُ بہ تو جهڙو گهرو

منهنجو گهاءُ بہ،
تو جهڙو گهرو،
تون تہ مونکي سُڃاڻ،
تون بہ مون وانگر،
جاڳين پيو،
پوءِ ڇالئہ،
نهارين پيوا يڏو ڏور.

## تون چپ آهين ...؟

سڀ ڳالهائين پيا،
تون چپ آهين ...؟
سڀ اڳتي وڌن پيا
تون بيٺو آهين ...؟
سڀ مقابلو ڪن پيا
تو هٿيار ڦٽا ڪيا آهن؟
وري بہ چوين ٿو
مان ويچارو ۽ مظلوم آهيان ...

## اوڻتيهہ جي اُونداهي

مان،
روشني جي پڄارڻ،
پر آهي،
منهن جي مقدر ۾،
اوڻتيهہ جي اُونداهي.

# وسايامون دل جا ديپ

وهامي ويئي هئي،
ويل،
تنهن ڪري،
چائنٽ تنهنجي،
چمي،
وسايامون دل جا
ديپ

# سنڌ جو ڪيڏارو

اڄ تہ پاڻ ۾ ملون ....
ياڪر پائي هنجون هاريون،
جو تہ وڇڙي وڃڻ واري ويل،
ڪا ڏور ڪونهي...
لڳيم ٿو تہ تون نہ ٿو ڄاڻين...؟
پر ڄاڻ اٿم تہ توکي سڀ ڄاڻ آ...؟
اُن ڄاڻ ۽ اڻ ڄاڻ جي پلسراط تي ...
بيٺل تون مان ۽ هو سڀ ؟
تون، مان ۽ هو سڀ ڪير آهن ...؟
اُن سوال جو جواب ڳولهيو ڪونہ ٿو لڀي...؟
اڄ تون، مان ۽ هوسڀ وڃائجي ويا آهيون ...
اڄ هن وڃائجي ويل وقت ۾،
نہ زمين تنهنجي منهنجي آ،
نہ آسمان تنهنجو منهنجو آ،
عجب تہ اُن ڳالهہ جو آ .... !!!
اڄ ڪاصَليب ڪونهي، اڄ ڪوتياس ڪونهي...
اڄ اسان جا هٿ بہ وڍيل ڪونهن...
اڄ اسان جي زبان بہ بند ڪونهي...
اڄ احساس ۽ شعور جا در بہ بند ڪونهن...
تہ بہ تنهنجي، منهنجي هٿن ۾،

خالي هٿن ۾، ڪجهه به ڪونهي...
هن ڪجهه به نه هجڻ جي ڪيڏاري،
روح کي رڙائي وڌو آ ...
اڄ هن ڌرتي ۽ آسمان جي وچ ۾،
هوائن جي آڌار اُڏامڻ وارا،
تون، مان، اسان سڀ،
ڪاڏي پيا وڃون ڇاپيا ڪيون؟
ڌرتيءَ ۾ هيٺ ڌوڙ جا ڪڪر...
آسمان ۾ باهه جا اُلا ...
اسان سڀ هڪ ٻئي کان پري پري
نه سوچون ٿا، نه سمجهون ٿا، نه ڏسون ٿا ...
اڄ ڪالهه ۽ سياڻي جي زمانن ۾ ...
اسان اُها عجيب مخلوق آهيون
جيڪي ماضيءَ تي فخر ڪندا آهن...
حال ۾ نندون ڪندا آهن...
مستقبل جا منصوبا ٺاهيندا آهن...
اسان اُهي بي لڄا آهيون،
جيڪي پنهن جين نياڻين ۽ پٽن کي
ڪارو ڪاري ڪري ماريندا آهيون،
۽ هيءَ هيڏي وڏي سنڌ ا مڙ ... !!
تنهنجي منهنجي سنڌ امڙ ...
پاڻ ئي پنهنجن هٿن سان وڃائي چڪا آهيون.

***

اُن ويل کي چريا ڪريا، اوهان کي ويتا ڏسن،
هت وڏائي ٻڪن ۾ ٿا سنڌ کي جهلين...!
پر سنڌو ويچاري شرم وچان پاٽي، پاٽي ٿي پيئي...!
سنڌ ته سنڌين جي، پاٽي، پاٽي ٿي پيئي...
گهٽيئي ٻڪ جهلياسين، پروڻين مان وهي ويئي...
اُنهن وڏايل هٿن ۾ ٻڪن ۾ اڄ،
منڙي سنڌ، جهلي نه ٿي جهلجي ... !!
اڄ تون مان هو سڀ ...
هوائن جي آڏار اُڏامڻ وارا...
بي ضمير، بي لڄا، بي شرم ...
اُن لائق به نه آهيون،
جو هڪ ٻئي کي نظر کڻي ڏسي سگهون ...
گهڻو ڪجهه ٿي چڪو آهي، گهڻو ڪجهه ٿيڻو آهي،

***

اڄ تون، مان ۽ اسان سڀ،
هڪ ٻئي کي پٺي ڏيئي بيهي رهون..
اڄ هن پلسراط تي،
هڪ ٻئي کي ٻنهه نه سڃاڻو ...
ها هڪ ٻئي جورت وهائي،
پاڻ ڪاراويس ڪري، ماتمي ٿيون،
اجتماعي قبرون کوٽي،
پنهنجا مڙهه پاڻ دفن ڪيون،

***

كاغذ جي ٽڪرن تي،
هي سڀ لکي ڇڏيون،
هئي ڪاسنڌ؟ هئا ڪي سنڌي؟
اُهي ڪاغذ اُنهن قبرن منجهه دفن ڪري ڇڏيون ...
صديون گذرڻ کان پوءِ،
هنن قبرن مان جڏهن اسان جا هڏڙا نڪرن،
تہ اُن دور جي نقادن ۽ محققن کي،
پل ۾ پروڙ پئجي وڃي ...
هئي ڪا سنڌ ...؟ هئا ڪي سنڌي؟
جن پنهنجن هٿن سان،
زمين وڃائي، آسمان وڃايو،
هو سڀ پاڻ پنهنجا ويري ...
بي حس، بي لڄا، هيڻا هئا،
اڄ تون، مان ڪارالٽا پائي،
سنڌ جو ڪيڏارو لکون ۽ ڳايون ...
جيستائين جيئرا آهيون،
ڳوڙها ڳاڙي ماتم ڪيون،
اچو تہ گڏجي سنڌ جو ڪيڏارو ڳايون،
ڪيڏارو، ڪيڏارو، سنڌ جو ڪيڏارو ڳايون.

# ساڻا ۽ ويڳاڻا ماڻهو

ساڻا ۽ ويڳاڻا ماڻهو،
ايندا ويندا رهندا آهن،
ڏيئي مان ڏيئو ٻاري،
چپ چاپ هلندا ويندا آهن،
گهٽا گهنگهور هجي، طوفان هجن...
برپٽ ۽ ويرانہ،
سڀ لتاڙي هلندا رهندا آهن،
هي ساڻا ۽ ويڳاڻا ماڻهو.

***

هي سڀ ساڻا ۽ ويڳاڻا ماڻهو،
تنهنجا ساٿي، منهن جا ساٿي،
مجان تي او منهنجا سائين،
اسان جا بہ هيڻا حال آهن،
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ اونداهي آهي،
واسينگن جا وات آهن ...

***

تون ۽ مان اسان سڀ ...
هٿين خالي، بدحال ۽ بي ڪار آهيون،
اسان حال وهيڻا ماڻهو آهيون،
اونچين، اونچين ديوارن جي اندر،

سوال

در دريون بند ڪري ويٺا آهيون،
اُنهن من مست ماڻهن جي،
قدمن جي چاپ ٻُڌ ندا آهيون،
بس اسان اکيون بند ڪري،
چپ چاپ ويٺا هوندا آهيون،

***

اسان جو اندر اُجرو آهي،
ڪنن سان ٻه سڀ ڪجهه ٻڌندا آهيون،
اسان انڌهير نگري جار هواسي آهيون،
اکين سان ڪجهه ٻه ڪين ڏسندا آهيون

***

اچو ته گڏجي ڪجهه ٻه نه ڪيون،
صرف پنهنجي گهرن جون بتيون،
ٻاري ڇڏيون،
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ جا اونداهي آ،
اُت ٿوري روشني پهچائي ڇڏيون.

***

اچو ته گڏجي ڪجهه ٻه نه ڪيون،
صرف پنهنجي گهرجي سامهون،
گهٽيءَ مان گند ۽ ڪنڊا هٽائي،
رستو صاف ڪيون،

***

اچو ته گڏجي ڪجهه ٻه نه ڪيون،
اُن ايندڙ سهڻي صبح لاءِ ڪا پوک پوکيون،
ڇو ته وقت اچڻ تي،
لڻڻو ٻه اسان کي آ، ڪاٽڻو ٻه اسان کي آ،

# امڙ مان جيئڻ چاهيان ٿو

مان آهيان هڪ ماءُ
نو مهينا سانديو هئم،
هُن ٻچڙي کي وجود ۾،
ياد ڪين اٿم،
ڪو ويلو،
پيٽ پري ڪاڏو هئم،
دردر جا ڏڪا،
ڏينهن رات جا پورهيا،
ڪوبہ نہ هيم اوهي نہ واهي،
مڙس مون وارو شرابي نشئي،
ڪل نہ اٿم،
ڪاڏي ويو هو بہ پڇي،
مان پئي گهليان، پنهنجو وجود،
هڪ ٻئي وجود سان گڏ . . .
هَڙپاٽيل سڪل وجود،
اکيون ڏرا ڏرا،
رات جو ٽڪ وچان،
ننڊ اکين کان ڏور،
اُن ويل جڏهن آهستگيءَ سان،
چري پيو منهنجي وجود ۾،

هڪ پيو وجود...
عجب مزو محسوس ڪيو هئم،
.....
پنهنجائپ جو احساس،
ڪيڏو نہ گهرو هو،
اها تہ منهنجي ملڪيت،
منهنجي اڪيلائپ جي،
سڀ کان وڏي دولت هئي،
خوشيءَ وچان سڄو وجود،
سرچار ٿيندو هُيم،
عجيب سپنا ڏسندي هئس...
پٽ ڄمندو...؟
نہ نہ ڌيءَ ڄمندي سورن ڪاڻ ؟
مون جهڙو نصيب آڻيندي...
ڏک وچان سوچيندي هئس،
نہ نہ پٽ ڄمندو...
صفا مون جهڙو هوندو...؟
نہ نہ پيءَ جهڙو هوندو...؟
ڇا وڃيس پڻس جو....؟
ڪاوڙ، نفرت، ڪرڀ...
ماريو پيڻ سان ڇڏي ڀڄي ويو،
منهنجو پٽ هوندو، صرف منهنجو...،
.....

سوچون انيڪ سوچون،
خير سان وڏڙو ٿيندو،
هلندو، گهمندو، ڊڪون پائيندو،
پڙهائيندي سانس ... !
يلا ڇا پڙهائيندي سانس ؟
سوچون، سوچون،
هت ڪائڻ لاءِ ڪجهه ڪونهي،
ڪٿان پڙهائيندي مانس ؟
يلا ڇا ڪندو ..؟
اٺن سالن جو ٿيندو،
سائيڪلن جي دُڪان تي،
ويهاريندي مانس
ڪجهه نہ ڪجهه پيو ڪمائيندو ...؟
اُن ڪان پوءِ جوان ٿيندو ...
جانئو سهڻو جوان،
وڏي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو،
پرڻائيندي مانس،
چنڊ جهڙي ڪنوار سان ...

.....

سوچون، انيڪ سوچيون،
پاسو ورايم، سور جو سٽون اُڀريون،
الائجي ماريو منهنجو سر نہ ڪٽي...؟
الا ڏاڍي ڪمزوري هئم،

## سوال

وقت گذرندو رهيو،
ماس ختم ٿيندو رهيو،
هڏ چم پاڻ ۾ ملندا رهيا،
هڪ رات آيم رت جي اُلٽي ...
سيني ۾ هوڪار پئجي ويئي،
خراب بيماري اٿيس ...
ڪيئن ٻار ڇڏيندي ...؟
مونجهه ٿي ٿيم، اندر ٿو سڙيم ...
اُن رات ڏينهن جي اچ وڃ ۾،
عصر ويل ڇڏيم هڪ پنڙو ...
سنهڙو جهڙي تند ....
جڏهن ساهه پٽيم،
ڪنيم اُن کي،
صفا منهنجي هٿ جيترو...
اکڙيون بند، چپ سڪل،
ڏني مانس پيار منجهان چمي،
اکڙيون کولي ڏنائين مونکي...
ڇڻ تہ چوي پيو،
امڙ مونکي جيئدان ڏي،
مان بہ جيئڻ چاهيان ٿو.

.....

سوچون، انيڪ سوچون ....،
پنهنجي شهر ۾ وس آهر،
دوا، درمل، ڪرائي مانس،

سيڪو چوي مائي ھي ڪونہ بچندو ...
ڪاڏي جي ضرورت اٿس ...
طاقت جي ضرورت اٿس ...
الله مان ڇا ڪريان...
الله مان ڪاڏي وڃان ...
منھنجيون اکيون ڌرتيءَ تان ھٽي،
آسمان ڏانھن ڏسڻ لڳيون،
آسمان کي ڏسندي، اوچتو خيال آيو،
الله جو آ، الله ڏنو آ...
الله ئي مونکي بخشي بچائي ڏيندو ...
الله ئي ڪاواڙ ڪوليندو ...
ڇو ڀلا مون، ڀاڳيءَ جي نصيب ۾،
رڳو ڏک آھن ڇا؟
ڪي خوشيءَ جا ڪرڻا،
منھن جي لاءِ بہ ھوندا رب وٽ،
اھو سڀ ڪجھ سوچي،
دل کي ڏاڍي آٿت آيم،
دماغ تان ڄڻ بار لھي پيو،

.....

سوچون، انيڪ سوچون،
ائين وقت گذارندو رھيو،
حالتون نہ مٽيون، ڪي وسيلا نہ کليا ...
الله مان ڇا ڪيان ...؟

سوال

الله جو خيال ايندي ئي،
اندر ۾ هلچل مچي ويئي،
سوچيم، الله جو آهي ...
تہ الله وٽ ئي ٿي ڇڏي اچانس...

.....

سوچون، انيڪ سوچون ...
اڌرات گذري چڪي هئي،
سوچم،
الله جي گهر ڇڏي ايندي مانس،
ضرور ڪير همدرد، پيار ڪرڻ وارو،
پٽيلو ڪري کڻي ويندس ...
اُت بُک نہ مرندو ....
وڏڙي زندگي ماڻيندو ...
اِهو سڀ ڪجهہ سوچي ،
ٻارڙي کي ڪپڙي ۾ ويڙهي، سيڙهي،
الله جي گهر ۾ ڇڏي هلي آيس...
واپس اچڻ کان پوءِ اندر هلڪو ٿيم،
ڄڻ تہ ڪاوات کلي ويئي هجي،
اُها رات سک سان سمهي ننڊ ڪئي،
اُها رات الائجي ڪيئن گذري ويئي...
الائجي ڪيتري صبح ٿي ويئي...

.....

سوچون، انيڪ سوچون
درتي ٺڪ، ٺڪ جي آواز سان اک کلي،

ٻاهر ڪنهن ٻڌايو،
مسجد ۾ ڪا ماءُ،
حرامي ٻار ڦِٽو ڪري ويئي،
مُلان فتويٰ ڏني ته حرامي ٻار،
الله جي گهر کي ناپاڪ ڪيو آهي،
اُن کي سنگسار ڪيو وڃي،
سڀ پاڙي وارا،
اُن کي پٿر پيا هڻن ....،
منهنجي وجود ۾ ڄڻ بم ڦاٽو،
دماغ ۾ ٻنواٽي اچي ويئي،
چرين وانگر رڙيون واڪا ڪندي،
الله جي گهر پهتس...
جت سيني پئي ڇيو،
وڏيڪ پٿر ضايع نه ڪيو،
حراميءَ جو ٻچو مري ويو هوندو ...

.....

سوچون، انيڪ سوچون،
منهنجي جسم جي رڳ رڳ مان،
نَهن کان وٺي چوٽيءَ تائين،
ٻاهه جا اُلاٻري نڪتا...
منهنجي اڳيان،
ازل جا ابد کان ناتا ڇڄي ويا،
روح ۽ جسم تي بار وڏندو ويو،

ڪيترائي ڀيرا،
منهنجي اندر کي ڪوري هليا ويا،
وري ٻه مان همت ڪري،
پيرَ ڌرتيءَ تي مظبوطيءَ سان رکي،
الله جي گهر ۾ گهڙي ويس،
ماڻهن ۾ رڙيون پئجي ويون،
مان ڏک پائي وڃي ٻارڙي کي ڪنيو،
رت ۾ ڀريل ڇٽريل جسم،
رڳو اکيون کليل...،
جڻ تہ مونکي چئي رهيو هو،
امڙ مون توکان جيئدان گهريو هو...؟
تنهنجي الله کان نہ ... ؟

**نوٽ:** جنرل ضيا جي دور ۾ ڪراچي شهر جي هڪ علائقي ۾ صبح جي وقت مسجد ۾ هڪ ٻار مليو. اُتان جي پيش امام فتوا ڏني تہ هي حرامي ٻار آهي جنهن کي ڪوهت ڦٽي ڪري ويو آهي ان ڪري اُن کي سنگسار ڪيو وڃي. ان ٻار کي مسجد ۾ سنگسار ڪري ماري ڇڏيو ويو هو. مونکي ياد آهي تہ اِن واقعي جو ذڪر اردو اديبن شاعري لکت ۾ لکيل لفظن ۾ ڪيو هو. مان بہ هي نظم لکيو هو. هن نظم لکڻ وقت مان اُن ٻارجي ماءُ بڻجي آهي سڀ درد، سور ڏنا ۽ محسوس ڪيا. اُن ڪري هي نظم ڪيترن مهينن ۾ مون لکي پورو ڪيو. پهرين مئي 1988 ۾ عبرت مئگزين حيدرآباد ۾ منهنجو هي نظم ڇپيو هو...

# درد جي ڪٿا

ڏينهن رات جا،
گذاريل اٺ پهر،
اُنهن پهرن ۾،
گذاريل مهينا سال،
بس وقت ڊوڙندو پيو وڃي،
هن گذاريل وقت ۾،
پنهنجن پراون وٽان مليل،
ڏک، تنهايون، مايوسيون،
وجود کي پور پور ڪري،
هڪ ڦوڪ سان اُڏائي،
جيئري ماري ڇڏيو آهي.

....

ڏينهنجي هل چل ۾ به،
نه ٿو ڪجھ وسري،
رات جو وهاڻي جي ٽيڪ تي،
هي فنا ٿيل وجود،
انيڪ سوچن سان گڏ،
اهو سڀ ڪجھ به سوچيندو آهي،
ته ڪاش مرڻ ڪاڻ پوءِ،
ملي وڃن ڪي گهڙيون جيئدان جون ...؟
اُنهن گهڙين ۾ ڊوڙائي ڪيجي،

جن جيئري جلايو هو وجود کي...
جن درد ڏنا، جن سور ڏنا،
هو ڇو اڇن تڏي تي منهجي ...؟
مرڻ کان پوءِ، تڏي تي اچي،
هو نير وهائين ...
ڪاش نہ تين اُهي ڪانڌي منهنجا...
نہ ٻہ ٻُڪ مٽيءَ جا قبر مٿان وجهن ...
جن جيئري جهان ۾
ٻہ ٻول مٺا نہ ڳالهايا...
جن ڪڏهن پيار جي نظر نہ وڌي ...
اُنهن فرشتن لاءِ اسان،
هن جيئري جهان ۾،
گهنهگار، بيڪار، ٻُڄڙا هئاسين.

.....

اي منهنجا رب ...
هٿ تي ٻڌاءِ رحم ڪجانءِ ...
ڪنهن کي ڏين يا نہ ڏين،
پر مونکي ڏجاءِ ضرور،
اُهي جيئدان جون گهڙيون،
جوڙوڙائي ڪيان اُنهن کي،
پنهنجي تڏي تان،
منهنجا رب،
اُنهن جا ڏنل، سور ۽ ڏنپ سهي،
مري تو وٽ اچڻ؟
ڏاڍو ڏکيو آ، ڏاڍو ڏکيو آ ...

# مَن ۽ مان

مَن سان ڪچهري ڪرڻ گهريم،
پر مَن چوي،
ڪير تيندو آجو تو سان ڳالهائي...؟
ريجهايو مانس، پر چايو مانس،
پر اصل نہ مڃي،
پڇيو مانس، ايتري ڪاوڙ ڇو آ؟
تہ بہ ماٺ...
مونکي ڏک ٿيو،
سڄي دُنيا تہ دُشمن آ
هڪ تون هئين اُهو بہ ...؟
بس منهنجي قسمت ...؟
مَن هڪدم ڳالهائي ويٺو،
نہ نہ ائين تہ ناهي ...
پوءِ پلا ماٺ ڇو آهين؟
من جواب ۾ چيو،
منهنجي ڪا آس پوري ڪئي اٿئي؟
غلطي تنهنجي آ آس ڪرين ڇو ٿو؟
آس ڪرڻ ڏوهہ تہ نہ آهي؟
مون تہ ائين ڪونہ چيو،
تون سست ۽ ڪاهل آهين...
ڪيئن پلا ؟

تون سوچ گهٽ، عمل گهڻو ڪر،
تون قلم سان ڪاغذ ڪارا ڪرڻ چاهين،
اُن مان ڪجهه به ڪين ورندءِ
ڇا ڪيان پلا؟
اِهو به مان تو کي ٻڌايان ؟
مان ڪنهن کان پڇان؟
دماغ ڪٿي اٿئي؟
دماغ، ٿڪ نڪري ويو،
ڇري تہ سڀ ڪو ڪوٺيم پيو،
تہ به گڏ تہ ويهاري وينا آهن،
دماغ کي پنهنجو ڪندس،
تہ ڪاواڻ نہ ليندم ...؟

.....

تون پاڻ بي همتي آهين ...
ڪائڻ، پيئڻ ۽ سوچڻ چاهين ...
جوش مان مَن کي چيم،
ڏس مونکي ڪاوڙ نہ ڏيار،
مَن کلي چيو توکي ڪاوڙ ايندي آڇا؟
هاڻ مان سهي نہ سگهين،
جوش ۽ ڪاوڙ وچان اٿي ڪڙي ٿيس،
اڇا قدم بہ ڪونہ کنيم،
چو طرف لوهي دروازا،
سنگينيون ڪجي ويون،
ڏم ڪري ويهي رهيس،
مَن کي چيم ڏنيءِ ...؟

پڇي ڇڏا لوھي دروازن کي...
سنگينن جا منهن موڙي ڇڏ...
مَن ڪاوڙ مان حڪم ڏنو،
من کي چيم،
اِھو ڇو ٿو وسارين تہ مان ڪير آھيان؟
تون انسان آھين ...؟
مان انسان نہ آھيان ...
مَن چيو تون انسان آھين...
وجود کي ڇو وساريو اٿئي ...؟
تون پاڻ ئي پنهنجي دوست نہ آھين،
ڪير وڏي تنهنجي عزت ڪندو ...؟
جواب ڏنم پنهنجي مَن کي،
مَن، تون مَن ئي تہ آھين،
ڳالھيون ڪرڻ ۽ منصوبا سٽڻ ڄاڻين،
تنهنجو ڏوھہ ڪونهي ...
منهنجو ڏوھہ ڪونهي ...
ڏوھہ تہ قدرت جو آ،
جنهن توکي غلط جاءِ تي رکيو آ،
مان ۽ منهنجو ماحول،
ٻيئي تنهنجا ناھيون،
ھا، تون مونکي ضرور پاڳل ڪندين.

# امن جي ڳولها

مان لنگهان ٿي،
اُنهن واٽن وٽان،
جت پکڙيل آهي لهو،
لهوءَ جي اُن ڍير مان،
لنگهان ٿي مان،
ٻُڪ ڀري اُن لهوءَ جو،
مليان ٿي پنهنجي ڇهري تي،
سوچيان ٿي، هي لهو اُنهن جو آهي،
جن جان وڃائي حق خاطر،
ڪين نوايو ڪنڌ،
ڪنهن ظالم جي اڳيان،
پاڻ کي زنده جاويد ڪري،
ڪُسجي ويا اُنهن ظالمن هٿان،
پر آڻ ڪين مڃيائون،
هي تہ پاڪ لهو آ . . .
لهوءَ جي ڍير مٿان لنگهندي،
منهنجا پير آواز ڪن ٿا،
ڇپڙ ڇپڙ ڇپڙ ڇپڙ
مان هلندي رهان ٿي،
سوچيان ٿي اڳيان،
ڪاحق ۽ سچ جي واٽ هوندي،

جت انسان کي انسان لاءِ قدر هوندو،
جت امن هوندو...

.....

اوچتو پري کان ڏٺم روشني،
ڪن ٻڌايو اُت امن آهي،
قرب آهي، پيار آهي،
مان ڊوڙندي اونڏانهن ويس،
پر اُن ويل،
منهنجو روح رجهي پيو،
ڇو تہ مان،
هڪ لهوءَ مان نڪري،
ٻئي لهوءَ ۾ وڃي ڪريس،
ڪن ٻڌايو،
هي لهو امن جو آهي،
ڇو تہ اڄ ڪلهہ امن بہ،
لهو جي راند ڪيڏي،
پوءِ ئي تہ ملندو آهي...!

.....

منهنجو روح رجهي پيو،
اندر ۾ آنڌ مانڌ وڌي ويئي،
مان سوچڻ لڳس،
ظالم، ظلم ڪري ٿو،
لهوءَ جون نديون وهائي ٿو،

گهر گهاٽ تباه ڪري،
پيارن کان پيارن کي جُدا ٿو ڪري،
اُهو ئي ظالم چوائي ٿو،
هوڏانهن ٻئي پاسي وري،
امن وارو، امن قائم ڪري ٿو،
لهوءَ جون نديون وهائي ٿو،
گهر گهاٽ تباه ڪري،
پيارن کان، پيارن کي جدا ٿو ڪري،
اُهو ئي امن جو پيا مبر ڪوٺائي ٿو،

.....

مان ظلم جي لهوءَ مان نڪري،
امن جي لهوءَ ۾ ٿا ڦوڙا پئي هڻان،
سوچيان ٿي،
مان ڪهڙي امن جي ڳولها ۾ آهيان؟
مونکي ڪهڙي ظالم جي ظلم جو خاتمو ڪرڻو
آهي؟

# ٽنڊي ڀاول جو ڪيڏارو

اَئي امان، اَئي امان، اَئي امان...
اڄ جو مون ڏٺو آ، شل ڏسي نہ ڏيھہ امان،
ساھہ ٿو منجهيم،
وجود ڪتجي ٽڪرن ۾ ورهائجي ويو آهي،
سڄو جسم پنڊ پهڻ ٿي،
ڌرتيءَ جھڙو سخت ٿي ويو آهي،
ڇا ڪيانس، ڪيئن روڪياس،؟
هن ئي ڌرتيءَ تي پير ڪوڙي بيٺو آ...

.....

سامهون ديون، جنن، ڀوتن جو ٽڪساٽ
پٺيان ايندڙ لڳاتار آواز...
آدم بو، آدم بو، آدم بو...
ڇا ڪيان ڪاڏي وڃان ...؟
ڀلاهن ڌرتيءَ کان سواءِ ويندس بہ ڪاڏي؟
رت جو درياه وهي رهيو آ ۽ اُن ۾ ...
وڍيل، ڪٽيل، ڇچريل، هي سڀ پيارا وجود...
نہ ٿي ڏسي سگهان، نہ ٿي ڏسي سگهان، نہ ٿي ڏسي سگهان...
مان ڇا ڪيان؟ مان ڪاڏي وڃان امان ...؟
اَئي امان، ائي امان، اَئي امان

اڄ جو مون ڏٺو آ، شل ڏسي نہ ڏيهہ امان ....!!

.....

ساهہ ٿو منجهيم،
هي سڀ لاشا ڍوئي، ڍوئي منهنجي امان...
هي منهنجو ڪنڌ ۽ عضوا ٽڪجي پيا آهن...
اڙي ڏسو تہ سهي
اڙي منهنجي ٻڌو تہ سهي
هي ڪي ٻي واها ۽ پراوا ڪين آهن،
هي سڀ منهنجا آهن، تنهنجا آهن،
اسان سڀن جا آهن،
هي سڀ اسان جا پنهنجا آهن ...
قدآور، متارا، سهڻن شهپرن وارا...
اڄ اُنهن کي ڏسي ڪري،
اهڙي حال ۾ پسي ڪري،
رنواٽم، رنواٽم، ڏاڍو رنواٽم،

.....

اَئي امان، اَئي امان، اَئي امان ...
اڄ جو مون ڏٺو آ، شل ڏسي نہ ڏيهہ امان ...
ساهہ ٿو منجهيم ...
هن هيڏي وشال ڌرتيءَ تي،
هيءَ جا ننيڙي وستي آ،
منهنجي جيجل ڌرتي آ،
دل چاهي ٿي اڄ سيني چو واٽن تي،

رڙيون ڪري، واڪا ڪري، نڪري پوان،
سيني جادر ڪڙڪايان، سُتلن کي جاڳايان،
اکيون، اکين ۾ وجهي،
اُنهن کان هڪ سوال پُڇان،
ڪنهن کان تا ڏجو، ڇو تا ڏجو؟
ڏچندار رهندا، مرندار هندوُ ؟

.....

اگر جي مرڻو ئي آهي،
شال دودا تي مرو...
شال هيمون تي مرو...
شال شاهه عنايت تي شهيد ٿيو،
شال هوشو تي مرو،
پرائين بي واها تي، بي سهارا تي نه مرو،
شال جوڏا تي مرو، شال مانجهي تي مرو،
آئي امان، آئي امان، آئي امان،
اڄ جو مون ڏٺو آ، شل ڏسي نه ڏيهه امان.

**نوٽ:** ٽنڊي بهاول وارو واقعو هڪ وڏو واقعو هو. اُن جون تصويرون ۽ خبرون اخبارن ۾ ڏسي پڙهي مان هي نظم لکيو هو.

## صبر، صبر، صبر

سج لهي هيٺ ٿيو،
ڌرتي تپي جهڙي باھ،
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڪيس ڪلور...
ڏکويل سارو هي سنسار،
وري بہ تون چوين ٿو،
ڪجھ بہ ڪونهي، ڪجھ بہ ڪونهي،
سڀ پنهنجو پاڻ ۾ آهيون،
هو ڪتو يا هي مئو،
ڪاناھ ڳالھ وڏي،
صبر، صبر، صبر ڪيو،
اسان جو قدر ڪيو.

.....

ڪوئل جي ڪوڪ،
ٿاڪ منجهند جو گهر ۾ لُڪ،
پيٽ پنيءَ سان ليڙون، ليڙون لٽا،
هي اُگهاڙو بکيو ٻالڪ،
هن ڌرتيءَ جو اصل وارث،
ٿو جيئڻ جو حق گهري تو کان،
وري بہ تون چوين ٿو،
صبر، صبر، صبر ڪريو،
اسان جو قدر ڪيو.

.....

ڏينهن ڏٺي جو هوءَ اڪيلي،
جوان جماڻ، نئين نويلي،
هن ڏرتيءَ جي مارئي،
پنهنجي ئي گهر ۾،
ور چڙهي ويئي ويرين جي،
وڍجي، ڪٽجي، سنگسار ٿي،
جڏهن ملي وارثن کي،
ڳوڙهن جا دريا وهي اُٿيا،
رڙيون اُپ پيون ڏارين،
وري بہ تون چوي ٿو،
ڪجهہ بہ ڪونهي، ڪجهہ بہ ڪونهي.
صبر، صبر، صبر ڪيو
اسان جو قدر ڪيو

.....

چئني طرف ڪيس قتل ڪوڪار،
ظالم ظلم ڪري گهمي پيو چڙواڳ،
صبر، صبر، صبر ڪيون،
اسان ڀلا ڇو صبر ڪيون،
هاڻ تہ دل چاهي ٿي،
رڙيون ڪري نڪري پوان...
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ واڪا ڪيان...
گهرن جا در ڪڙڪايان...
ستلن کي جاڳايان...
کين اِهو سمجهايان،

ڪنهن کان تا ڊڄو، ڇوتا ڊڄو؟
ڊڄندا رهندو، مرندا رهندو،
هاڻ صبر ناهي ڪرڻو، صبر ناهي ڪرڻو.

.....

اڄ تہ گڏجي هڪ ٿيون،
ظالم جي ظالم اڳيان ڍال ٿيون،
پر هاءِ هاءِ، منهنجي ڪنهن نہ ٻڌي...
سيڪو پٿر ڪٽي منهنجي پويان ڊوڙيو...
هاڻ تہ دل چاهي ٿي،
ڌرتيءَ جي چو واٽي تي بيهي،
رڙيون ڪري اُپ ڏي ٻاڪاريان،
اِها اميد رکان رب ۾،
اُپ مان ٿئي پٿرن جي بارش...
ڪاچپ ڪري، ڪاچپ ڪري...
ڌرتي ڏُبي ۽ غرق ٿئي...
ڪوڪين بچي، ڪوڪين بچي...
شل ڪو پيو موهن جو دڙو ٿهي...
شل ڪو پيو ڪاهوءَ جو دڙو ٿهي...

# اڄ جو سنڌي نوجوان

تون ڳالهائين ٿو....؟
توکي ڳالهائڻ جو حق آ ...
تون وڙهين ٿو... ؟
توکي وڙهڻ جو حق آ...
تون رڙيون ڪرين ٿو؟
توکي رڙيون ڪرڻ جو حق آ...
تون ڌرتيءَ تي مظبوطيءَ سان پير رکي،
دعوا تو ڪرين،
هي سڀ ڪجهه تنهنجو آ؟
ميون ٿا سڀ ڪجهه تنهنجو آ،

.....

منهنجا سائين،
مونکي اِهو تہ ٻڌاءِ،
تون ڳالهائين ٿو...
پر پنهنجن جي خلاف
تون وڙهين ٿو
تہ پنهنجن کي ئي ٿو مارين،
تون رڙيون ڪرين ٿو...
توکان تنهنجا پنهنجائي ٿا ڊڄن ...
تنهنجي ڪلاشن ڪوف جي گولي،
اُنهن کي لڳي ٿي،

جيڪي تنهنجا پنهنجا آهن.

.....

تون مظبوطيءَ سان ڌرتيءَ تي،
پير رکيو بيٺو آهين...
ڳاٽ اوچو اٿئي آسمان ڏي،
ٿورو هيٺ بہ تہ ڏس...
منهنجا سهڻا سائين،
هن ڌرتيءَ مٿان رت پکڙيل آ...
تنهنجو رت، منهنجو رت،
سنڀالي پنهنجو رستو ٺاهجان...
مٿان ترڪي نہ پوين هن رت ۾...
تنهنجو اونچو ڳاٽ،
پر جي نہ پوي، اُن رت سان،
۽ توں اُن رت جي خوشبو،
سُڃاڻين وٺين...
اُن وقت تنهنجو جهڪيل ڳاٽ،
ڪڏهن بہ اوچو ٿي نہ سگهندو...
توں پاڻ کي بہ بخش ڪري نہ سگهندين ...
اُن وقت توکي محسوس ٿيندو...؟
اڄ جو مظلوم نہ پر ظالم توں آهين...
تاريخ ۾ وقت جو وڏو ڏوهاري،
توں ئي آهين...

# ماءُ

اج ڏٺم اُن ماءُ کي،
ليلائيندي هٿ ٻڌندي،
عرض ڪندي،
منهنجي هڪ جيڏل کي،
ٻڌو اٿم ٻاهرين ملڪن ۾،
ڪم وارن جو قدر آهي،
منهنجي پارت اٿئي،
موڪل مونکي ٻه ڪٽي ڪٽي،
پورهيت آهيان، هڏپڪا اٿم،
صبح کان وٺي رات تائين،
پنهنجي گهر ۾ پورهيو ڪندي آهيان ...
بيماري، ٿڪاوٽ سڀ ڪجهه وساري،
بس گذاريندي آهيان سڄو ڏينهن،

.....

هاڻ واٿم ٻاهر جي دُنيا ۾،
مون جهڙين پورهيتن جو مان آهي،
پئسا ٻه جام آهن ...
قدر ٻه آهي، عزت ٻه آهي ...
بيمار ٿيڻ وقت آرام ٻه ملندو آهي،
دوا درمل ٻه چڱو ٿيندو آهي،
آرام ڪرڻ لاءِ موڪل ٻه ملندي آهي،

پلا ڪٿي خيال ڪر منهنجو،
ڪر ڪٿي بندو بست منهنجو.

.....

هاڻ هن عمر ۾ پنهنجن اڳيان،
بي قدرن، ٻي حسن جي اڳيان،
نوڪري چاڪري نہ ٿي وٽي،
هٿ تہ ڪير نہ ٿو پڇي...
ڏکي آهين، سکي آهين ؟
بيمار آهين، خوش آهين؟
هاڻ ڪٿي موڪل ٻاهر مونکي،
جتي مان جند جان سان پورهيو ڪندس،
جيڪڏهن انهن قدر ڪين ڪيو،
رنج ڪو نہ ٿيندم،
مون تي ڪا مهر ڪر،
پنهنجن جي مليل درد کان،
مونکي آجو ڪر.

# پيار ۽ نصيب

هيءَ ذات آمنهنجي
هي جي ڏک آهن منهنجا،
ساهه سان سانڍي،
پيار سان تن کي پوبو اٿم...
پيار ڪرڻ اُنهن کي سيکاريو اٿم ...
هي پيار جو منهنجو پنهنجو آ،
اندر جي اونهائي ۾ رڳ رڳ ۾،
پکڙيل آهي.
ٻاهران وجود پهڻ جهڙو...
اندر ۾ جهڙو ميڻ ...
هن دُنيا جي پکڙيل رنگ روپ ۾،
ڪي ارڏيون، ڪي رُکيون ۽ پياريون ...
ڏاڍي پنهنجائپ واريون،
چاهت جو وجود رکندڙ هستيون...،
چُپُڙي ڪري دل جي چائنٺ،
ٽپي ڪري هليون ٿيون اچن.

.....

اُن ويل ڦهلجي وڃن ٿيون
چئني طرف خوشبون، رنگ ۽ مهڪارون
پر ڇا ڪجي اُن ويل...؟
وس نه ٿو هلي اُن ويل...؟

چو تہ اُهي سڀ خوشيون
اوپريون ۽ پرايون آهن
ڪيئن هلي پلاوس اُنهن مثان...؟
تہ بہ اُهي ساعتون
اُهي پل ڏاڍا پيارا آهن...
جڏهن ڪي وجود چيڙي ڪري دل ۾،
گهر ڪري ويندا آهن..
اُن ويل وجود ۾ ڪيتريون ئي خوشيون،
آسون، اُميدون اُپري ايندين آهن،
پل اُها چاهت ڪيتري بہ پياري،
من موهيندڙ هجي،
پروري بہ .... ها وري بہ نہ چاهيندي،
دل جا دروازا پنهنجن هٿن سان،
پاڻ ئي بند ڪرڻا پوندا آهن ...

.....

اُن ويل وجو ۾ مجبورين جو،
زماني جو، پنهنجن پروارن جو،
ڊپ ۽ احساس ٿيندو آهي،
اُن ويل زندگي پُلسراط تي پوندي آهي،
اُن وقت شدت سان اِهو احساس ٿيندو آ...
اسان بہ تہ ڪن ڪاڻ جيئون پيا...؟
اسان بہ ڪن ڪاڻ مري ونداسين ...؟
خبرئي ڪين پوندي اُنهن کي...!!
تہ اسان اُنهن لاءِ مري بہ ويا سين ...؟

مرڻ کان پوءِ اُهي اڻ ڄاڻ ...
نہ اسان ڄاڪانڌي هوندا...
نہ وري ٻڪ مٽيءَ جو اُهي ...
اسان مٿان وجهندا...
هي چاهت جو سلسلو هليو آ ائين ئي
ازل کان ابدتائين ...
ڄمڻ کان مرڻ گهڙي تائين...
اِهو فيصلو ڪير ڪري، نہ ڪري سگهيو آهي،
اُهو پيار جو دلين منجهہ،
پروان چڙهندو آهي،
نصيب ۾ ڇو ڪين لکيل هوندو آهي ...؟

# اکيونءِ زبان ۾ ڪن

اڄ وري واعدو ورتو اٿم پاڻ کان...
نہ مون وٽ اکيو آهن
نہ مون وٽ زبان ۾ ڪن آهن...
بس ائين گذارڻي آهي...
هيءَ زندگي...
اُن ويل ياد اچي ويو،
ڪيترا سال اڳ جو وقت ...
ڏکڻ پريو اُهو هڪ پَل،
جو واعدو ورتو هو مون پاڻ کان ...
نہ مون وٽ اکيون آهن،
نہ مون وٽ زبان ۾ ڪن آهن...

.....

اُن وقت جواني هئي،
جذبا ۽ جولان هئا،
اڳيان اجگر جيڏي زندگي هئي،
ڏکي اڙانگي ڪندن سان پريل واٽ هئي،
اِهو سڀ سوچي، عمل ڪري،
گذاري ڇڏي هيءَ زندگي ...
پر هاڻ هن وقت، هن عمر ۾،
اهڙا واعدا پاڻ کان وٺڻ ...؟

ڏايو اڪتانگو آهي ...
همت، طاقت نہ رهي آهي،
دل درد سهي نہ ٿي سگهي،
اِهو سڀ ڪجهہ سوچي ،
پاڻ تي رحم ڪرڻ بہ نہ ٿو وڻي ...؟

.....

سڀ منزلون اُڪاري، جبل جهاڳي ...
درد جو سمنڊ اورانگهي...
هاڻ وري بيٺل آهيان...
عجب جهڙي چوواٽي تي پر ڇا ڪجي؟
هاڻ هن عمر ۾،
وري پاڻ کان واعدا وٺندا ٿا پون...!!
پاڻ خاطر، پنهنجي جيون خاطر،
پنهنجو وجود پاڻ ۾ لڪائي...
اِهو واعدو وٺڻ ...؟
مڃان ٿي تہ خود فريبي آ...
پاڻ کي ڏکوئڻ آ....
پر اُن جي باوجود بہ،
مڃو ڪٿي منهنجي ڳالهہ...
نہ مون وٽ اکيون آهن،
نہ مون وٽ زبان ۾ ڪن آهن.

# دُشمن جا وار ۽ سنڌ جا وارث

گهٽ، ٻوسٽ خاموشي...
اڄ ڳڙهي خدابخش جي واٽن تي...
اڄ هوا بہ رخ مٽائي ويئي...
آڪيرن مان اُڏامي ويا اڄ سڀ پکي پکڻ...
اڄ ڳڙهي خدابخش جي واٽن تي،
سج بہ لهي هيٺ ٿيو آهي،
دهشت جي انتها آهي،
قيامت جي ڪا گهڙي آهي...
ڳڙهي خدابخش ۾ رهندڙهي سڀ
شهيد سڀ حيران پريشان،
اکين ۾ اُنهن جي ڪيترائي سوال ...؟
جن سوالن جو جواب ڳولهيو نہ ليي ...؟
اڄ چئني طرف مچايل هي مانداڻ...؟
هر رستي، هر چونڪ تي،
ڪوڙجو ٺاهيل هي ماندڻ ...!!
ڇڻ تہ آڪوڙجو ڪو "ڪاڪ محل"...
مومل جي ڪاڪ محل ۾،
ٺاهيل هي ڪوڙجو ماندڻ...
ڳڙهي خدا بخش وارن کي وساري
اُن جا ڪوڙا، بي حيا وارث هليا آهن،
بندوقون کڻي، پوليس جي پهري ۾،
هي ڪوڙجو ڪاڪ محل،
پاڻ سان گڏ کڻي.

.....

اج ڳڙهي خدا بخش جا شهيد
سنڌ جو وارث، سنڌ جا پرجهلا...
ويٺا آهن، هٿ تي هٿ رکي ...
ڏسن پيا ڪوڙ جي ڪاڪ محل کي...
روح رجهين ٿو، ڳوڙها منجهه اکين...
اج شهيد راڻي، پڇي پئي شهيد بابا کان ...
هيءَ نه مارن، ريت، جي سيڻ مٿائين سون تي ...؟
حيف آ، وطن جن وڪڻي ڇڏيو ...!
شهيد بابا پنهنجي هٿن سان،
ڳوڙها اُگهيا شهيد راڻيءَ جا...
اکين ۾ اميد جي چمڪ پري ڇيائين
هي غدار، بي لڄا آهن ته ڇاڻيو
ڏس هيٺ ڪيترائي بيا آيا آهن
ٽڙيل پکڙيل ويچارا آهن ...
هٿين خالي، بدحال آهن
پرهن ڌرتيءَ جي ڍال آهن...
اُنهن ڄاڻ ڀڳي، ڄاڻ ٽوڙي
هيءَ ڪوڙجي اڏيل ڪاڪ محل
هيٺ ڏس ته سهي جاڳيا آهن،
سنڌ ڌرتيءَ جا وارث جاڳيا آهن

**نوٽ:** بلديه جو ڪارو قانون جيڪو اڌ رات جو فيصلو ڪري سنڌ مٿان مڙهيو ويو هو اُن کان متاثر ٿي لکيل آهي هي آزاد نظم.

# ڏڪوئيندڙ ڏاڪڻون

منهنجي گهر ڏانهن،
ويندڙ هي ڏاڪڻون ...؟
هاڻ منهنجي وجود جو ٻار
ڪٿي پاڻ ئي تڪجي پيون آهن ...!
سالن کان وٺي،
هنن ڏاڪڻن تي لهي چڙهي...
منهنجو وجود...
تڪجندو، ٽٽندو ۽ پرندو رهيو آهي...
ياد اٿم ڪيترا سال اڳ،
گهرجي ڏاڪڻن تي چڙهندي،
پير ڳرا ٿي پوندا هئا...
نه چاهيندي به اُهي ڏاڪڻون،
چڙهي ڪري گهر اندر ويندي هئس،
پنهنجي گهر ۾،
پنهنجي وجود کي،
ٺاهي پئي ٽوڙيندي هئس...
۽ ٽوڙي پئي ٺاهيندي هئس...
هنن ڏاڪڻن جا ڏاڪا ڳڻيندي،
عمر کٽي ويئي ...
زندگيءَ جا روپ رنگ مٽجي ويا،
ها پر نه مٽجيون آهن،
منهنجي وجود سان،

چبڙيل، سبيل هي ڏاڪڻون...
هاڻ وري هي ڏاڪڻون ڏکوئين پيون...
هاڻ گهر ڏانهن وڃي وڃڻ بدران،
ڏکي هيٺ طرف اُڇلائين پيون هي ڏاڪڻون...
پهرين ڏاڪي تي قدم رکڻ سان،
پوئتي ورڻ جي خواهش ٿيندي آهي...
پير مٽن جو بار ٿي پوندا آهن،
هاڻ ڏکين ٿيون، ٿيلها ٿيون ڏين،
ڊوڙائين ٿيون، هي ڏاڪڻون ...
وري بہ مان چبڙي پئي آهيان ...؟
جو تہ منهنجي وجود جو،
حصو آهن هي ڏاڪڻون.
اڄ ڏاڪڻن جي پهرين،
ڏاڪي تي ويهي ڪري،
دُعا گهري رب کان ...
هاڻ تہ مون کي اُها ڏاڪڻ،
بخشش ۾ ڏي،
جت مان پنهنجي وجود جو بار،
کڻي، لهي، چڙهي سگهان...
اُها ڏاڪڻ منهنجي زندگيءَ جي...
منهنجي پنهنجي گهر جي...
منهنجي پنهنجي ڏاڪڻ هجي...
جت مان آرام سان لهي چڙهي سگهان...
زندگيءَ جي آخري آرام گاهہ ڏانهن،
سُک سان رواني ٿي سگهان...

# ويراڳ

ويجھو بہ ناهين، ڏور بہ ناهين...
تون ئي آهي ن منهنجو ماڳ...
نگر، نگر ۾ توکي ڳولهيم،
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڦريس حيران...
هن چريءَ جي چِٽ چوري.
هليو وئين ڪاڏي،
ٻُڌ تہ هاڻ ...؟
هاڻ تہ مُرجهائجي ويا من جاگل،
سڪ بہ ڇڏي ويئي ساٿ،
رات ڏيئي جي وٽ سوريندي،
ڪن ۾ پيم هي پڙ لاءُ،
هل چري، جيئڻ آ تنهنجو جنجال،
ڏيئا ٻاري، درکولي...
ائين نہ ويھہ نادان...
ويڃڻ وارا ويا...
هاڻ تون بہ ڇڏ اُنهن جي مانڊاڻ...

.....

چيم...
ڪونہ بدليو آهي وقت جو وهنوار،
اڄ بہ واٽن تي آ وڻڪار،
اڄ بہ ساڳيو سج نڪري ٿو،

اڄ بہ اُهائي آهي رات...
چو چڌيان، مان چو چڌيان،
اُنهن جي واٽ،
جي ويجهو رهي بہ ڏور آهن،
موٽي ايندا ماڳ ...
در کولي، ڏيئو ٻاري ...
ڏسان پئي اُنهن جي واٽ...
ٻري پيئي آڳ،
آ سڄڻ ڏي ساهہ،
مند مٽي آ، ٻاک ڦٽي آ،
آيا ڪي آيا...
جن لاءِ ورتم ويراڳ ...

# گهنٽي

گهنٽي منهنجي گهرجي،
روزو وڄي ٿي،
مان نہ چاهيندي بہ،
در وڃي کوليان ٿي... !
در کي کليل ئي رکان ٿي،
اُنهن کي خبر پوي،
تہ مون در کوليو آ...
نہ کوليندم،
هن زندگي جو در،
هن گهر جو در،
مون لاءِ بند ٿي ويندو...
چوندو ڪير وڏي واڪي،
ڇو ويٺي آهي هن گهر ۾؟
ڪڍي ٻاهر ڪندي مانس؟
ڇو آئي آ منهنجي گهر ۾؟
نڪري هلي ڇو نہ ٿي وڃي؟
هي گهر منهنجو آ...
تون بہ نڪر هتان ٻاهر.

.....

ءِ هوءَ گهڙي پل ڪان پوءِ،
درد کي پيئي، ساه کي سنڀالي،

ڏسي ٿي سچي گهر کي...
اُن جي سچي زندگيءَ جو پورهيو،
هر ٽپڙ، هر شي اُن جي،
هاڻ اُن جو ڪجهه ناهي رهيو،
ڇو ته گهرجي گهنٽي وڄڻ سان،
جي در نه کوليندي،
هن گهر جا دروازا بند ٿي ويندا...
هاڻ روز هي هٿ در کوليندا آهن...
روز هي هٿ پٿر جا ٿي ويندا آهن،
بي عزتي جي احساس کان،
دل هيٺ پيرن ۾ ڪرندي آهي،
صبح سان ئي دل دماغ،
ڏکن جي درياهه ۾،
ويرن لهرن سان،
جهيڙيندو رهندو آهي،
ها پر وري به،
گهرجي گهنٽي وڄڻ تي،
دروازو کولڻو آهي،
يا وري در کولي ٻاهر هلي وڃڻو آهي،
اجان اِها همت نه اٿم،
گهر جو دروازو کولي،
ڊوڙي ٻاهر نڪري وڃان،
اُن ڪري اڄ به مان،
گهنٽي ٻڌڻ سان در کوليندي آهيان.

# جيون ڪٿا

سال گذري ويا،
ڪابہ تہ ڳالھ منهنجي لاءِ،
نئين ڳالھ نہ آهي...
هر وقت هر پل،
مونسان اِهو سڀ ڪجھ،
ٿيندو رهيو آهي...
سورن جي سوغات سان،
جهول هر وقت ڀريل آهي،
مليل درد جي سوغات کي،
دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾،
دفن ڪري ڇڏيندي آهيان،
ڇو تہ مان انسان نہ آهيان...
انسان هجان ها تہ،
اِهو سڀ ڪجھ سهي نہ سگهان ها.

.....

سال گذري ويا مان وساري ڇڏيو آ،
تڏهن تہ دُنيا سان گڏ جيئري آهيان،
ها پر اُهو وقت،
دل تي نقش ۽ دماغ تي بارٽي پيو آهي،
ها اوٽويهہ آگسٽ وارو وهنوار،
ٿيهريءَ کان وٺي فجر تائين،

پاڻ سان وڙهي، پاڻ کي سمجهائي،
ٿڪجي، ٽٽي، پور پور ٿي پئي آهيان،
مان بي نفسي، بي واهي،
هر ڳالهه کان ٿار ڪري ڇڏيندي آهيان،
پر خبر نہ آهي ڇو...؟
اُن پل مونکي ماري پئي جيئاريو.

.....

اُن مرڻ ۽ جيئڻ جي پل ۾،
ٿياس تي ٽنگيل پنهنجي وجود کي،
مون پاڻ آڏت ڏني...
هڪ وڏي پاڪي پائي...
پيار منجهان چمي ڏني،
ها اُن اٺوينهہ اگسٽ،
جي وقت کي،
وساري دفن ڪري مان وري،
هِن دُنيا جي هل چل ۾،
گم ٿي ويئي آهيان...
ڇو تہ مان انسان نہ آهيان...
جنهن ڏينهن پاڻ کي انسان سجهيم،
هڪ پل بہ جي نہ سگهندس....

# نصرت پنهوَر اسان جي ماءُ

تون چوين ٿو ڌرتيءَ تي پير رکي،
آڪاس کي پڪڙي ڏي؟
پر بي سمجهه تون نه ٿو ڄاڻين...
مان آڪاس تي رهي،
ڌرتيءَ کي ٻا ڪرن ۾ ورهايو آ...
منهنجي ٻاڪرن ۾ ورهيل ڪيترائي جيون،
جيڪي سڀ منهنجي وجود مان ڦٽي نڪتا،
اُنهن لاڏلن مٺن ماڻهن کي،
ڇا تي سان لائي،
ٻاڪرن ۾ ورهيل انگل سنا...
اُنهن جو وک، وک تي ساٿ ڏيئي،
رستي تي وڇايل ڪنڊا هٿن سان روڙي،
اکين جي ڀٻڻين سان رستا صاف ڪيا،

.....

هِن تتل ڌرتيءَ تي سالن تائين،
ڪنڊن مٿان هلندڙ،
"هو"
ارڏو جانٺو جوان،
ماڪيءَ جهڙو مٺو ڪپهه جهڙو ڪونئرو،
روز ازل کان وٺي،
منهنجي تنهاين، پريشانين،

جوساتي...
منهنجي چپر چانو مان هليو ويو،
هٿ ڇڏائي ويو،
واريءَ وانگر منهنجي هٿن مان،
ترڪي ويو،
ظالمن رهزنن جي ور چڙهي ويو،
جيون جو اُهو ڏک،
اُها هميشه واري جُدائي،
ڪير بہ نہ سمجهي سگهندو.

.....

پور، پور ٽيل وجود کي سهيڙڻ ۾،
هن تپيل ڌرتيءَ کي سالن تائين،
زخمن سان چور چور،
وجود جي گرمائش ۾ جهلي،
سنڀاليو هو مون پنهنجن ٻچن کي...
بس هاڻ ڪجھ بہ تہ نہ رهي هئس،
سواءِ اُن جي تہ مان ماءُ هئس...
نہ صرف پنهنجي ٻچن جي
سڀني ڌرتي وسين جي ماءُ هئس
توهان کي يقين ڪرڻو پوندو
تہ مان هڪ ماءُ وانگر
آڪاس تي رهي ڪري
ڌرتيءَ جي سڀني ٻچن کي
پاڪرن ۾ پريو آ

.....

هاڻ مان ماءُ هئس صرف ماءُ....
وڏڙيون چونديون آهن،
عورت ڄمي ئي ڏکن لاءِ ٿي...
سک اُن جي سيراندي هوندا آهن...
جن کي هوءَ پنهنجي هٿن سان ڪٽي،
سيڻ ۾ ورهائيندي رهندي آهي،
ڏک ته عورت جي پيراندي ۾ هوندا آهن،
قدم زمين تي رکڻ سان ئي،
ڌيءَ، ماءُ، پيڻ ۽ زال جي روپ ۾،
اُن جا ستي تي ويندا آهن...
جبل جهاڳي، پير پٿون ڪري،
پنهنجن پيارن کي، پنهنجي لاڏلن کي،
قرب جي مهار ۾ ٻڌي،
پنهنجي زندگي گذاري ڇڏيندي آهي،

.....

ها مان به عورت جو اهڙو ئي
روپ آهيان
مظبوط اڏول روپ
ها، مان "ذولفقار" جي
جيون ساٿي آهيان
مان بي نظير، صنم
مرتضىٰ، شاهه نواز
جي ماءُ آهيان...
ها مان ماءُ هئس، تڏهن ته

سيني جا درد سهندي هئس،
پر پنهنجا درد،
سيني ۾ سانڍهي رکندي هئس،
وجود جا اُهي درد،
نہ کلڻ ڏين، نہ روئڻ ڏيڻ.

.....

هن جيون جي سفر ۾،
منهنجو ساٿي، منهنجي ڇپر ڇانو،
منهنجو پير جهلو، منهنجو "ذولفقار"،
جنهن مون کي پنهنجي وجود جو حصو بنائي،
پنهنجي ٻچن جي ماءُ بڻايو هو،
هو مونکان ايترو تہ ڏور هو،
جو مان اُن جي هنج ۾،
ڪنڌ لاڙي، روئي بہ نہ سگهيس،
وقت جي ويڙاند ۾،
ويرين سان مقابلو ڪندي،
منهنجا پيارا، منهنجا ٻچا،
هڪ هڪ ٿي ڪري،
ساٿ ڇڏيندا ويا...
اُن ارڏي، ڏاڍي، ماڪيءَ جهڙي مٺي،
جيون ساٿيءَ جون امانتون
هڪ هڪ ٿي ڪري جدا ٿي ويون،
مان پرڻ، تنڻ واري نہ هئس...
وري بہ تہ ماءُ هئس...

صبر ڪيم، رضا تي رضي رهين،
هٿ هٿ پڪڙي،
بيهي رهين "بينظير" جو.

.....

سال گذري ويا، اڄي ويئي اُها گهڙي،
اُها گهڙي سپنو هئي،
حقيقت هئي يا وري قيامت...؟
جڏهن هوءَ مون وٽ آئي هئي...
جُدا ٿيڻ لاءِ،
اُن منهنجي پيشانيءَ تي چمي ڏني،
منڙا هٿ کڻي الله حافظ چيو،
منهنجي اندر ۾ ڏک ۽ پيڙا...
اُن منڙيءَ جي اکين ۾ چمڪ،
اُن ويل ئي اندر ۾ ڏڪ لڳيم،
ڇا هيءَ اسان جي آخري ملاڪات آهي؟
پر زبان سان چئي نہ سگهيس،
اندر مان ڏک پريو آواز نڪتو...
اڄ "بينظير" مَن ملي موڪلايائون...
دم تہ گهڙيءَ جا مهمان آهيون...

.....

گهڙيون گذري ويون، مهينا سال ٿي ويا،
هوءَ وڇاري ڪانہ موٽي...
ڏاهپ جا سور سهڻ واري،

الائجي ڪھڙي وات رمندي رهي،
ها اُها ستاويهين ڊسمبر جي رات هئي،
هوءَ وڻجاري موتي مون وٽ آئي...
منهن تي مرڪ، اکين ۾ چمڪ...
پيار وچان چيائين،
امان ڏس اسان سڀ تو وٽ آيا آهيون...
ڪوڙ ملاڪاتون ٿينديون رهيون
پنهنجن مٺن ٻچن سان،
اڄ چيو مان مونکي گڏ وٺي هلو...
سرها ٿيا، پاڻ سان گڏ،
اُڏاري عرش جا راهي ٿيا،
اُت منهنجو منڙو سائين "ذولفقار"،
انتظار ۾ ويٺو هو،
سالن کان پوءِ قربن ڀريا ميلا ٿيا...
محبن سان ملاڪاتون ٿيون...
هاڻ اکيون کڻي عرش ڏانهن ڏسو...
مان اوهان سڀني جي ماءُ،
ﻫﻲ سڀ عرش تي ويٺل توهانجا پنهنجا،
اڄ ٻہ ڌرتيءَ تي پير رکي،
ڌرتي واسين کي پنهنجي پاڪرن ۾ ڀري،
توهان جي سامهون ويٺا آهن.

# منهنجي سانئڻ

منهنجي سانئڻ...
نہ توکي جيئڻ جو ڍنگ آيو،
نہ وري مرڻ جو...؟
زندگيءَ جي لهرن ۾ لڙهندي رهين ٿي،
هن دُنيا ۾ ڪيترا ئي جيون آهن،
ارڏا پاڻ مڃائڻ وارا،
تون اجا تائين...
عزت ۽ غيرت جي درياهہ ۾،
ٻُڏين ۽ ترين پئي،
چري گهٽو مان اٿئي پاڻ تي،
غزت ۽ غيرت جا سرٽيفڪيٽ،
پاڻ سان گڏ کنيو پئي هلين...
قدم، قدم، تي ڇرڪين ٿي،
الا، ڪير ڪجهہ چئي نہ ويهي،
الا، ڪٿي ڪوفسانو نہ ٺهي وڃي،
خاندان وڏا، پٽڪا وڏا، قدبت وڏا،
اُنهن وچ ۾ جيتا مڙي جيان، اکيون جهڪائي،
ڪُنڌ ونيو ويٺي آهين...؟
تورو هلين بہ ٿي تہ،
اُنهن پٽڪن ۽ قدبت جي پاڇن ۾،

.....

منهنجي سائڻ...
تون هن ڌرتيءَ جو اُهو ڪردار آهين...
جنهن ۾ تنهنجو پاڇو تنهنجي اڳيان هلندو آهي،
پاڻ ڪان تہ پريشان آهين،
پر پنهنجي پاڇي ڪان بہ چڙ ڪندي آهين،
تون ڪنڊن مٿان، ڳاڙهن ٽانڊن مٿان،
ننهڻ اُس ۾، گرم ڌرتيءَ تي،
هلندي رهي آهين ۽ هلندي رهندينءَ.

.....

منهنجي سائڻ،
اچ منهنجي پر ۾ ويهہ،
ٿورو ساهہ تہ پٽ...
تنهنجو رستو روڪي،
تنهنجي لاءِ مان ويٺي آهيان...
ڏج نہ مونکان، مان بہ تہ تو جهڙي آهيان،
اِنهن ڪنڊن ۽ ٽانڊن مٿان مان بہ هلي آهيان،
تون ۽ مان، هڪ واٽ جا مسافر آهيون...
ها پر تو ۾ مون ۾ هڪ فرق آهي،
فقط ايترو تہ تون ڪنڌ هيٺ ڪري،
صبر شڪر سان گذارو ڪندي آهين...
اِهو سوچيندي آهين تہ سڀ ڪجهہ
تنهنجي قسمت آهي...

۽ مان اڪيون ڪولي، ڪنڌ مٿي ڪري،
هنن ڪنڊن ۽ ٽتل ٽانڊن مٿان هلندي آهيان...
مان ڏسندي آهيان تہ اهي ڪنڊا ڪنهن وڇايا آهن...؟
هي ٽتل ٽانڊا منهنجي قسمت ۾ ڇو آهن...؟
مان ڏسان ٿي، مان سوچيان ٿي...
اِن سوچ جا ڏنڀ مون وٽ آهن،
تنهنجا منهنجا درد ۽ پيڙائون هڪ جهڙيون آهن...
تون قسمت کي ميار ڏيئي صبر ٿي ڪرين...
مونکي صبر ڪرڻ ڪين اچي...
مان مقابلو نہ ٿي ڪريان،
پر مون هٿيار بہ ڦٽا ڪين ڪيا آهن...

.....

منهنجي سائڻ بيئي ڇو آهين..؟
ويهہ منهنجي پر ۾،
تون منهنجي پر ۾ ويهڻ کان ڇرڪين ٿي...؟
تون هر دور جي عورت آهين،
۽ مان اڄ جي عورت آهيان...
مان ڪُڇان نہ ٿي، مان وڙهان نہ ٿي...
مان سوچيان ٿي، صرف سوچيان ٿي،
حق وٺي نہ ٿي سگهان، تہ حقن تان هٿ بہ نہ ٿي کڻان،
مان فرض پورا ڪيا آهن، حقن جو دان ڪنهن کان
گهران...؟

مان رحم، همدردي ۽ محبت جي هر جذبي کان،
پاڻ کي مٿانهون ٿي سمجهان...
رحم ۽ همدرديءَ جو دان قبول نہ آهي...
محبت جي نانءَ پنيان، خريدي ۽ وڪامي نہ ٿي
سگهان...

.....

منهنجي سانئڻ...
تون حيرت وچان مون کي ڏسي رهي آهين...
پر منهنجي پير ۾ ويهڻ کان ڇرڪين ٿي...؟
تنهنجي، منهنجي وچ ۾ جيڪا وڇوٽي آ...
تون اُن کي اورانگهي نہ ٿي سگهين،
مان هن دور جي عورت آهيان،
علم واري معاشي طور مظبوط، طبعيت ۾ ارڏي،
محبتن جي واٽ تي هلڻ واري...
نفرتن جي انتها تائين پهچڻ واري...
مان اڄ جي عورت آهيان...
جيڪا ڏسي، سهي ۽ سوچي ٿي،
جيڪا ٽٽي ٿي، پري ٿي، پرواٽ نہ ٿي مٽائي...
ڏس مان تو وٽ اچان پيئي...
تنهنجي صبر منهنجي ارڏائي...
تنهنجا ڏک، منهنجا ڏک...
سڀ ساڻ کڻي...
هليا گڏجي، هڪ واٽ تي هلون...
آهليا هڪ واٽ تي هلون...

## ڪِلڻ جي ڪتا

توهان ڪلو تا...؟
مون کي چريو تا سمجهو... !!
توهان کي ڪلندو ڏسي،
مون کي بہ ڪل اچي ويندي آهي،
مان ڪلان تي...؟
توهان حيران ٿا ٿيو... !!
ڪلڻ منهنجو حق آ،
روئڻ منهنجو حق آ،
اِهي حق ڪسي سگهو ٿا؟
شايد ڪڏهن بہ نہ...

.....

ڪجھ ورهيہ اڳ،
هڪ منهنجي جيڏل،
ڏيندي هئي وڏا ٽهڪ،
ڪنهن کي بہ ڪين،
وڻندا هئا، اُهي ٽهڪ...
مان بہ هريل هئس خاموشيءَ تي،
ڪير بہ ڪلندو هو،
دل چوندي هئي،
لپاٽ هڻي ڪيانس،
پر مان ڪجھ بہ ڪري نہ سگهندي آهيان،

.....

ها ڳالھ تي ڪيم جيڏل جي...
جيڪا ڏيندي هئي وڏا ٺهڪ،
لکيو هوم ڪيس هڪ خط...
عجيب بي ڍنگو...
آخر ۾ لکيو مانس،
ڪلجاڻ نہ پڙهي هي خط،
ڇو تہ مون کي نفرت آ،
وڏن ٺهڪن کان،
جواب ۾ لکيائين...
ماڻهو ٺوڪي ڇريو چوندا آهن...
ظاهر آ اُنهن جي راءِ غلط ٿي نہ ٿي سگهي...
ڇري اسان وٽ ٺهڪن کان سواءِ.
رکيو ئي ڇا آهي...؟

.....

اڄ ڪلھ مان بہ ڪلندي آهيان... !
ايترا ٺهڪ ڏيندي آهيان...
جو ڏسندڙ سوچيندا آهن...
مان ڪهڙي ڳالھ تي کليس...؟
توهان بہ کلو ٿا؟
توهان کي کلندو ڏسي،
مونکي بہ کل اچي ويندي آهي.

# جھريل دِل

واٽ ويندي،
صدر دوا خاني جي اڳيان،
هڪ گھر جي دريءَ مان،
هڪ نبل ڪمزور ڇھري،
سڏ ڪري مون کان پڇيو...!
"واٽ از ٽائيم"...؟
"ڪواٽر پاسٽ نائين"...
مان تڪڙ مان اُن تي نظر وڌي،
۽ هلي ويس...
ڪجھ ڏينهن کان پوءِ،
اُن ئي رستي تي،
پنيان،
کُلھي تي رکيو،
ڪنهن هٿ...
ڪنڌ ورائي ڏٺم،
اُهائي پوڙھي ڪر سچن،
منهن ۾ انيڪ گنج،
ننڍڙيون گول اکيون...
گوڏي تائين فراڪ پاتل،
ڏاڍي پيار مان چيائين،
"هائو آريو"؟

فائين، فائين،
مان تڪڙ ۾ جواب ڏنو...
مان اُت بيهي به نه سگهيس،
تڪڙي تڪڙي هلي ويس،
وات تي روئي به ڏنم،
ڇو ته مان،
اُن پوڙهيءَ جي اکين ۾،
پيار ۽ پنهنجائپ وارو انداز،
سهي نه سگهيس،
جيءُ جُهري پيو...
ڏک وچان،
دل ۾ چيم...
اي پوڙهي،
ڇو ڏئين مون کي پيار وچان...؟
ڇا ڪندس تنهنجي،
هن پيار کي...؟
دعا ڪر...
مونکي اُهي پيار ڪن
جن مونکي،
نفرتن کان سوءِ،
ڪجهه به ناهي ڏنو... !!

# جنم، جنم جو ساٿ

چو ڀلا...؟
ڪنهن وساريل وجود جي ياد... !
ٻڙڪو ڏيئي ٻاهر نڪري ايندي آهي...
اڄ جڏهن عمر جي حد جذبن کان عاري آهي،
اڄ تنهائي ۾ مان سوچيان ٿو تہ...
چو ڀلا؟ هوءَ اچانڪ ڪجهہ سال اڳ،
واٽ ويندي نظر اچي ويئي...
کلڻي، ملڻي، سلڇڻي، سادڙي...
سندس ٿهڪن ۾ سُرهاڻ...
هڪ نظر ۾ منهن جي دل،
سالن جو سفر طئہ ڪري ويئي... !!
اِهو سڀ ڪجهہ سوچڻ جي ضرورت ئي نہ هئي،
تہ هوءَ ڪير آهي...؟
پر دل يقين ڏياريو تہ هوءَ منهنجي آهي...
هنن رستن تي، هوائن جي ٿڌاڻ ۽ گرمائش ۾،
گلن جي خوشبوءَ ۾، پکين جي آلاپن ۾...
چانڊوڪين راتين ۾، دل جي ڌڙڪنن ۾...
جڻ تہ هوءَ هر وقت مونسان گڏ هئي ... !!
گڏ تہ هئي مونسان، پر هئي ڪٿي...؟
مون تہ ڪانہ ڏٺي، مون تہ ڪانہ ٻُڌي...
ها پر جڏهن سامهون اچي ويئي،

اُن وقت دل يقين سان چيو...
هيءَ تہ منهنجي آ.... !! ...؟
منهنجين اکين کان اوجهل، اڻ ڏٺل، گم ٿيل...
هيءَ منهنجي هستي تہ منهنجي آهي...
دل لُچي ٿي، دل منجهي ٿي...
پر مجال ڪيئن...؟
نہ مون اڳ ڏٺي، نہ مون اڳ ٻُڌي...
هن شهر جي دهشت واري ماحول ۾...
جڏهن واٽ ويندي هوءَ نظر اچي ويئي،
دل ۽ دماغ ٻنهي چيو تون منهنجي آهين ... !!
اُن کان اڳ اُن شهر جا اسان رهواسي...
حيدرآباد شهر، تنهنجو منهنجو شهر...
اُت تون بہ ساهہ کڻندي هئينءَ...
اُت مان بہ ساهہ کڻندو هوس...
ڪن واٽن وٽان، آمهون سامهون،
اوسي پاسي کان، لنگهيا هونداسين...
ٿي سگهي ٿو ڪنهن جاءِ تي،
اجنبين وانگر چانهن بہ پيتي هوندي...
آئس ڪريم بہ کاڌي هوندي...
گاڏي کاتي جا پڪوڙا...
هالاناڪي جي ڪڙهائي بہ کاڌي هوندي...
بمبئي بيڪري جي ڪيڪن وٺڻ لاءِ...
لائين ۾ اڳيان، پٺيان بيٺل بہ هونداسين...

پر نہ مون توکي سڃاتو، نہ تو مونکي سڃاتو،
اڄ هن عمر ۾،
منهنجي دل جي دروازي تي،
دستڪ ڏيئي گذري وڃڻ وارو تنهنجو وجود...!
جهنجهوڙي، تڙپائي، ماري ويو آهي...
بس اِهو سوچيندو آهيان،
دل کي ريجهائڻ لاءِ،
تو منهنجو وسري ويل.
اڻ لکيل گيت آهين...
منهنجي لکيل،
ڪنهن سٽ جو پڙاڏو آهين...
مونکان جُدا گذارڻ واري...
او منهنجي سانئڻ... !
هن جنم کان وٺي ايندڙ جنم تائين،
تون منهنجي آهين، تون منهنجي آهين...؟

# منهنجي زندگي

هڪ دفعو نه پر ڪيترائي دفعا،
زندگيءَ جي ڊوڙ ۾،
هارائي چڪي آهيان،
زندگي اڳيان نڪري ٿي وڃي ۽ مان...
زندگيءَ پويان چرين وانگر ڊوڙندي ٿي رهان...
هيءَ زندگي جيڪا منهنجو ساٿ نه ٿي ڏي،
پر مان به سندس پيڇو نه ٿي ڇڏيان...
چري ته نه آهيان ...؟
مون جهڙا ته جيئڻ به نه چاهيندا آهن،
۽ مان زندگيءَ جي ڪيڊ ڊوڙندي ٿي وتان..!!
وڪ، وڪ تي واسينگ آهن... !
ڏڪ ڏيندڙ پنهنجا آهن... !
آس پاس رهندڙن جون زمينداريون آهن،
پنهنجي وجود جون ضرورتون به آهن،
اڪيلائپ، اڪيلائپ، مونجهه، پريشاني...
چئني طرف ڏنو اٿم، منهنجو ڪير به ڪونهي...
سوچيندي آهيان....
اڄ زنده رهڻ جي طاقت آهي...
مقابلو ڪرڻ جي قوت آهي...

مونکي پنهنجي وجود سان همدردي
۽ محبت آهي...
اُن محبت ۽ همدرديءَ جي صليب تي،

مان زندگيءَ جو سفر طي ڪندي رهي آهيان،
ها پر اُن وقت....؟
جڏهن همت ۽ صحت جواب ڏيئي ويندي،
مان بيمار تي، مڙهي تي، لاغر تي...
عمر جي اُن حد وجي پهچندس...
جڏهن منهنجي وجود ۾ اُٿندڙ هر خواهش،
ننڍڙي ٻار وانگر انگل ڪندي...!
اُن وقت ڪير هوندو...؟
جيڪو اُن جا انگل پورا ڪندو...؟
اُن وقت ڪير هوندو...؟
جيڪو قرب مان پڇندو، خوش تہ آهين؟
اُن وقت ڪير هوندو...؟
وارن ۾ ٿڌڙا ڪيڏي ننڊ ڪرائيندو...؟
شايد نہ پر يقينن ڪير بہ نہ هوندو... !
مان ۽ منهنجي دل ...
جيڪا محبت ۽ احساس سان ڀريل آهي ...
مان جنهن هر وقت غم ٽار ڪري ...
خوش رهڻ سکيو آهي ...

مان اُن ويل بہ محبت ڪندس،
اُنهن، خاموشين ۽ تنهاين سان...
اُن موت کي بہ کلي کيڪاريندس...
جيڪو منهنجي روح کي...
جسم مان ڪڍي اُڏائي ويندو...
مان اُن ڏرتيءَ کي بہ کلي کيڪاريندس،
جت منهنجو جسم...
مٽيءَ سان گڏجي مٽي ٿي ويندو...

# ٻري وسامي ويل ميڻ بتي

هر وڏي سانحي کان پوءِ،
اسان جي هٿن سان،
ٻرندڙ هي ميڻ بتيون،
هڪ وڏو سوال اُٿارين ٿيون.
هي ٻرندڙ ميڻ بتيون،
جن کي اسان ٻاريون ٿا،
هر سانحي کان پوءِ،
مان بہ ٻاريون آهن،
هي ميڻ بتيون.
اُنهن کي ٻارڻ لاءِ،
اسان کي وڏا جتن ڪرڻا پوندا آهن،
گهڙي گهڙي ڪري پونديون آهن،
اسان جي هٿن مان ڪري پونديون آهن.
ٻري وسامي ٿيون وڃن هي ميڻ بتيون،
وري بہ زوريءَ ٻيهاري،
ٻاريون ٿا اسان هي ميڻ بتيون.
اُن ڏينهن اتفاقي مان ڪٺي آيس،
اُها ٻري وسامي ويل ميڻ بتي.
گهر اچي پرس مان ڪڍي غور سان ڏٺم،
اُن ٻري وسامي ويل ميڻ بتيءَ کي،

زوريءَ هٿ مان ڪري پئي ميڻ بتي.
منهن جي دل دهلجي ويئي،
وري هٿ ۾ کنيم اُن ميڻ بتيءَ کي.
غور سان ڏٺم ته،
ڪيترائي سوال هئا اُن ميڻ بتيءَ ۾،
سوال هئا ۽ سوالن پٺيان سوال هئا.
جڻ ته چئي رهي هئي،
اُها ٻري وسامي ويل ميڻ بتي.
اي ڪمبخت انسانو،
هٿ مارڻ لاءِ ٻه ٻاهه جا اُلاڪپن،
ته احتجاج جي لاءِ ٻه ٻرندڙ ٻاهه ڪپي.
هر وڏي سانحي کان پوءِ،
ميڻ بتيون ٻاري، احتجاج ڪري،
ڏک جو اظهار ڪري،
پوءِ پانهن سيراندي ڪري،
وڃي سمهي پوندا آهيو!
جڻ وڏو فرض پورو ڪري آيا آهيو.
وري ٿي وڃي ٿو ڪو وڏو سانحو،
چرڪ ڀري وري سڀ اٿن ٿا،
ڊوڙ پائين ٿا، جڻ وڏو مقابلو آهي،
ڪوشش اِها هوندي آهي ته،
پريس ڪلب ۾ پهرين هنڌن تي،
سڀ کان پهرين اسان پهچون،

ڏک وچان ميڻ بتيون ٻاريون،
فيس بوڪ تي تصويرون لڳايون،
اخبارن ۾ خبرون ڇپرايون.
منهنجي هٿ ۾ رهجي ويل،
ٻري وسامي ويل ميڻ بتيءَ جا،
ٻيا به انيڪ سوال هئا،
ها، پر هن سوال جو جواب،
مون وٽ نه هيو:
اي انسانو مان ته اوندهه ۾،
روشني ڏيئي اوهان لاءِ واٽ کوليندي رهي آهيان،
ڇو توهان مونکي ساڙي ٻاري،
وچي ٻانهن سيراندي ڪري،
سمهي رهو ٿا،
مونکي ان گناهه جي عيوض ڇو ٿا ساڙيو،
جيڪو گناه مون ڪيو ئي نه آهي،
همت اٿو ته اُنهن کي وڃي ساڙيو ۽ ماريو،
جن ظلم جو بازار گرم ڪيو آهي،
جن هي باهه جا پنيٽ ٻاريا آهن.

## سلطانہ وقاصيءَ جي نالي

# سرتي

سوسن مرزا

تون ...مان،
ماٺ، ماٺ...
چپ، چپ...
چو واٽي تي بيٺا آهيون،
الائي ڇو؟
هاشايد...
سوچيون پيا...
پنهنجي جيون جي ناؤ،
تيز طوفاني،
ساگر جي آ جهول ۾... !
ءِ لهرن جا لوڏا...
جيون جي ناؤ کي،
پتڻ کان ڏور...
گهڻو ڏور...
گهليو پيا وڃن...
پر پوءِ به...

تون ۾ مان ...؟
ماٺ... چپ چاپ ...
مجبور آهيون...
جيون جي ناؤ ۾

*هلال پاڪستان*
*سگهڙين سٺ صفعو*
*26 اپريل 1974*

سلطانہ وقاصيءَ جي نالي

# سرتي

نور الهديٰ شاھ

سرتي توتہ چيو هو،
جنهن سيا ۾،
منهنجي لاءِ پريم ڪونهي،
اُنهيءَ سيا ۾،
مان وسريل ڪهاڻي ٿيندس... !
اسان سييئي،
وسريل ڪهاڻي تہ آهيون...؟
سرتي،
جي ڏواران ويهي نير لاڙيون....؟
تہ ڪير ٿهڪ ڏيئي،
ٻين ڪي پر پائيندو...؟

## پوڳ

هوجي ڪي پل اڳ،
اسان آڏو،
نير لاڙين،
پل پل سُڏڪن،
ڪن ڪان پوءِ،
چون ته،
اسان،
پوڳ ڪيو هو.

*هلال پاڪستان*
*سگهڙين ست صفحو*
*7 جنوري 1974*

# آڌو تڪر تر ۽ سلطانه وقاصي

غوث پيرزادو

پنائيءَ جي بيت،
آڌو تڪر تر...
متان روهه رتيون ٿيئن...
جهڙي سلطانه وقاصي ...
منهنجي شاعريءَ ۾،
پيڙهه جو پهريون پٿر رکي ٿي،
سندس شاعريءَ جو مجموعو
مون سياري جي هڪ سرد
۽ اُداس رات ۾،
پڙهي پورو ڪيو هو،
لفظ لفظ اُماڙيءَ جهڙو،
۽ ورق ورق،
هڪ اُپ قاڙيندڙ رڙهئي،
دوهانتيل درشن...
سندس شعري محجوعي،
ذهن سوچ،
۽ لوچ ۾،

هڪ جنبش پيدا ڪئي،
۽ هڪ مچ ٻاري ڇڏيو،
شعري مجموعو تہ ڇا هو...،
هڪ پٺتي پيل سماج جي،
عورت جي اُتم ڪٿا هئي،
جيڪا تاحيات،
جاگير دراڻي سماج جي.
ڳچيءَ ۾ لعنت،
جي طوق وانگر رهندي،

صوفين جو مزاج رکندڙ
سلطانہ وقاسي...
اُها ليَڪا آهي،
جنهن اُن دور ۾،
عورت جي آواز کي،
پليٽ فارم ڏنو،
جڏهن تمام گهٽ عورتون،
پنهنجي وجود جي،
دعويٰ ڪري سگهيون پئي،
۽ اهڙي جرئت ڪري سگهيون پئي.

هن جو ڪوڙ
قلمي پورهيو آهي،

هن پنهنجي ڪالمن ذريعي،
سنڌي سماج جي تربيت ڪئي آهي،
هيءَ سنڌي ادب جي،
اُها سنجيده ليکڪا آهي،
جنهن کان اڄ تائين،
اسان جي سنڌي ادب جو،
سماج به چرڪيل رهيو آهي،

سرٽيفڪيٽ ورهائيندڙن کي،
هي مزاحمتي ڪردار،
اکين ۾ کٽڪندو آهي.
تنهن ڪري ئي اسٽيج تي ويهڻ،
هن لاءِ معيوب آهي،
انڪري،
اڳين سيٽن تي ويٺل نظر ايندي آهي،
ڇو ته اسٽيجون،
رٽائر بيوروڪريٽس، دلالن...!
سياسي نعريبازن ... !
۽ ادب دوستن لاءِ مخصوص ٿيل آهن... !

# سونهن سوچ

زُبيده ميتلو

سڏ پڙاڏي
سونهن سوچ
جهڙن عنصرن
منجهان جُڙيل
هڪڙو وجود
جنهن منجهان
خلوص ۽ ادب جو
هُڳاءُ اچي ٿو

*هڪ ڪتاب مٿان لکيل*

# منزل

"سنڌ يا" (شڪارپور)

پنهنجي وجود کي
مان
ڪٺي ڪري...
صحرا صحرا
رُلندي رهيس
سرتي تون جو
ملي وئيس ۽
۽ مونکي
پاڻ وٽ ويهاري
احساس ڏياريئه
تہ
مان بہ تہ سلطانہ آهيان
بس اُن ڏينهن
کان پوءِ
هر منزل آسان ٿي پيئي آهي

*(هڪ ڪتاب مٿان لکيل سٽون)*

# درد جو دروازو

عمر گذري ويئي
پر مان اڄ تائين
درد جو دروازو
بند نہ ڪري سگهي آهيان
اڄ مان پاڻ ٻاهر نڪري
پيمر دردن کي
هاڻ ٻچيو ڇا آهي؟
بس هاڻ توهان سان
پڪي، دوستي
شڪر آ
ڪير تہ مونسان گڏ آ
توهان جو ساٿ بہ
برداشت جي حد تائين

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَڻَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڻَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَئَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَئَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پَن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)